# ڪونڌر ڪهڙا ڪها ڪوڙي

(پرڏيهي ڪهاڻيون)



پيون سنڌي

نئون نياپو

# سٽاءُ

- پهرئين ڇاپي لاءِ ٻه اکر: ٻوَن سنڌي/4
- ٻئي ڇاپي لاءِ ٻه اکر: ٻوَن سنڌي/5

### پهرئين ڇاپي لاءِ ٻه اکر

## مون هي ترجمو ڇو ڪيو؟

سانپر ۾ اچڻ کان پوءِ، جيئن ئي پرڏيهي ادب پڙهڻ شروع ڪيم ته مون کي لڳو ته، منهنجي ديس واسين وانگر، پرڏيهه ۾ رهندڙ انسانن جون به، ساڳيون پيڙائون ۽ ساڳيون خوشيون آهن. سڄي ڌرتيءَ تي پلجندڙ انسان جا مسئلا، مطالبا، مقصد، احساس، پيار ۽ نفرت جا ماڻ، ساڳيا آهن. منهنجي ڏيهه جي ڪلاڪار جيان پرڏيهه جي ڪلاڪار جو به، ساڳيو آدرش آهي. فرق رڳو اهو آهي ته هر ڪو ڪلاڪار ان آدرش کي ماڻڻ، ۽ جڳ ۾ سونهن ۽ سچائي اوتڻ لاءِ، پنهنجي ماحول، پنهنجي ٻولي ۽ پنهنجي ڌرتيءَ جي ڪک مان جنم وٺندڙ ڪردارن، ۽ واقعن کي قلم جي نوڪ ذريعي ڪاڳر تي منتقل ڪري ٿو.

ڌرتي ۽ ڌرتيءَ جي ماڻهن جي ڳالهه ڪندڙ سڀ سچا ڪلاڪار، سونهن ۽ سچائيءَ جي انهيءَ اٽمٽ رشتي ۾ ڳنڍيل آهن، جيڪو ڌرتيءَ ۾ پاتال ڦارن ۽ ليڪن، ۽ انسانن جي وچ ۾ وڏل وڇين کان، بي نياز ۽ بالاتر آهي.

شايد انهيءَ ئي رشتي، مون کي هن ترجمي ڪرڻ تي اتساهيو ته جيئن، آءٌ پرڏيهه جي پيڙائن ۽ خوشين کي پنهنجي ڌرتيءَ جي ماڻهن ۾ ورهايان.

جيتريقدر ترجمي جي ڏانءُ، فن، ۽ ٽڪنڪ سان نيائڻ جو تعلق آهي ته، آءٌ ٻي ٻوليءَ جي مزاج، ماحول، محاورن، بيهڪ ۽ انداز (اسٽائيل) کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ پنهنجائپ ڏيڻ ۽ ان کي پنهنجي ڌرتيءَ جي رنگ ۾ رڱڻ ۾ ڪيتريقدر ڪامياب ويو آهيان؟ بجاءِ پاڻ ڪنهن ٽيڪاٽپڻي ڪرڻ جي، آءٌ اهو فيصلو پڙهندڙ نقاد ۽ وقت تي ڇڏي ڏيڻ بهتر ٿو سمجهان.

**پوَن سنڌي**

ٽنڊو باگو

20 جولاءِ 1984ع

## ٻئي ڇاپي لاءِ ٻه اکر

فيس بڪ تي جڏهن سنڌي انعام سان ملاقات ٿي ته، هن پهريون سوال اهو ڪيو ته، سائين جي آءٌ نٿو ڀلجان ته توهان اُهي ئي سائڳيا پون سنڌي آهيو. جنهنجو ”گوري گهاگهر ۽ گوندر“ جي نالي سان ڪهاڻين جو ڪتاب ترجمو ٿيل آهي. مون ڪيس هائوڪار ۾ ورندي ڏني ته هن چيو : ننڍي هوندي کان اسان کي جنهن ادب اُتساهيو آهي ۽ شعوري اوسر ڪئي آهي اُن ۾ جن ڪتابن جو هٿ آهي تن ۾ ”گوري گهاگهر ۽ گوندر“ به شامل آهي. جي اجازت ڏيو ته آءٌ اُن سڀي ڪتاب کي ٻيهر شايع ڪريان.

حيرت جي ڳالهه آهي ته ڪڏهن ڪن واقعن جي ڪڙي به عجيب طريقي سان پاڻ ۾ ملي ٿي. ”گوري گهاگهر ۽ گوندر“ جو پهريون ڇاپو به ان انداز سان مارڪيٽ ۾ آيو. اها 1984ع جي ڳالهه آهي ٿيو ايئن جو ڪنهن ڪم سانگي سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ وڃڻ ٿيو. اُتي نثار حسينيءَ سان ملاقات ٿي ڳالهين ڳالهين ۾ نثار حسيني پڇيو : اڄ ڪلهه شاعري کانسواءِ ٻيو ڇا پيو لکين ؟ مون چيو : اڄڪلهه مون تي پرڏيهي ادب جو ڀوت سوار آهي، سو پرڏيهي ڪهاڻيون پيو ترجمو ڪريان. نثار حسيني ٺهه ٺهه چيو : ڪهاڻيون مون کي ڏي ته مان آگم پبلشنگ ايجنسي طرفان ڇپرايان. ايئن ئي ڳالهين ڳالهين ۾ ڪتاب مارڪيٽ ۾ اچي ويو. ٻنهي واقعن ۾ هڪجهڙائي ايئن آهي ته نثار حسيني به اُن وقت آگم پبلشنگ ايجنسي پاران نئون نياپو رسالو ڪڍندو هو ۽ سنڌي انعام به نئون نياپو نالي سان پبلڪيشن هلائي ٿو.

تقريبن ٽيهن سالن کان پوءِ ”گوري گهاگهر ۽ گوندر“ جو ٻيو ڇاپو اچي رهيو آهي. اُن وقت ۽ هن وقت تائين ڪافي حالتون بدلجي چڪيون آهن. ڪئين نظام ڍهي ته وري ڪئين اڏجي چڪا آهن. ذهنن جي اوسر ۽ سماجن ۾ تبديلي وقت سان گڏ ڪلاڪارن کي نوان موضوع، نوان اسلوب ۽ گهاڙيٽا عطا ڪيا آهن. پر پوءِ به سموري ڌرتي تي وسندڙ ماڻهن جا جذبا، خواهشون ۽ احساس هڪڙي ئي مالا ۾ پوئيل آهن. درد جو روح سان رشتو جيڪو پاتال کان به گهرو آهي ۽ خوشين جو ڪينواس جيڪو آڪاش جي وشالتا کان به وسيع آهي.سدائين من اندر ۾ ڇوليون هڻندو رهيو آهي ۽ رهندو. اُنهيءَ جي ڏارا ڪڏهن به سڪٽي ناهي ۽ نه ئي

اُن جي تند ٽٽي آهي. ”گوري گهاگهر ۽ گوندر“ ۾ آيل هي ڪهاڻيون بہ اُن وهندڙ ڌارا ۽ نہ ڇڇندڙ تند جو حصو آهن. جيڪي انسان جي لطيف ۽ ڪومل جذبن کي هميشہ پاڻ ڏي ڇڪيندیون رهنديون.

ترجمو تخليقي ادب ۾ اچي ٿويا نہ. ان بحث ۾ آءُ پوڻ نہ ٿو چاهيان. پر مان ڄاڻان ٿو تہ ترجمو ڪرڻ لاءِ ڪهڙين پوڳنائن کي پوڳڻون پوي ٿو. سڀ کان پهرين ڪهاڻين جي چونڊ. جنهن لاءِ انيڪ ڪهاڻيون پڙهڻيون پون ٿيون پوءِ اُنهن مان پنهنجي ماحول، حالتن ۽ مزاج سان ٺهڪي ايندڙ ڪهاڻين جي چونڊ ڪرڻي پوي ٿي. اُن کان پوءِ ترجمي ڪرڻ مهل اهو بہ خيال رکڻو پوي ٿو تہ جنهن ماحول مان اها ڪهاڻي کنئي وئي آهي اُن سان ناانصافي نہ ٿئي ۽ ساڳئي وقت اُن کي پنهنجي ماحول ۾ اهڙي ريت سموئجي جيئن اوپرائپ جو احساس بہ نہ ٿئي. هر ٻولي جي پنهنجي سونهن آهي ۽ اُن جي محاورن جي پنهنجي بيهڪ آهي، ترجمي ۾ خاص طور تي ٻولي ۽ محاورن جي بيهڪ کي پنهنجو روپ ڏيڻ جبل چوٽي سر ڪرڻ کان گهٽ ناهي. ڪڏهن ڪڏهن تہ محسوس ٿيندو آهي تہ ترجمو ڪرڻ پنهنجي تخليقي پورهئي کان بہ وڌيڪ ڏکيو ۽ ٿڪائيندڙ ڪم آهي.

اهو ئي سبب آهي جو ڪڏهن تہ دل پرجي ۽ ٿڪجي پوندي آهي دل چوندي آهي تہ جنهن پورهئي تي پنهنجو نالو نشان بہ نہ هجي اُن لاءِ ايترو رت ڇو ولوڙجي؟ پر وري جڏهن ڪي چڱا خيال، نوان لاڙا ۽ سچ سان سجيل رستا اُن پرڏيهي ادب مان ڪر کڻي اُٿندا آهن تہ دل جا چار ئي طبق روشن ٿي ويندا آهن ۽ دل ٻي اختيار چئي ڏيندي آهي تہ جنهن جوت منهنجو اندر روشن ڪيو آهي ۽ روح ريجهايو آهي، اُن تي منهنجي ديس واسين جو بہ اوترو ئي حق آهي جيترو منهنجو پنهنجو. شايد انهي ئي جذبي تحت مون پنهنجو ترجمي جو سفر جاري رکيو آهي ۽ جلد ئي هڪ ٻيو ڪهاڻين جو مجموعو اوهان جي هٿن ۾ هوندو.

گوري گهاگهر ۽ گوندر جي ٻي ڇاپي تي پڙهندڙن کان ترجمي جي ڏانءَ، فن، ٻولي، سٽاءُ ۽ ٽيڪنڪ تي راءِ وٺڻ منهنجي خيال ۾ اجايو ورجاءُ ٿيندو.

- پوَن سنڌي

حيدر آباد

# رتن جوت جا گل

## آئڪسل بئڪنتاس

***ڪئگوبردا*** جبل جي چوٽي سڄو سال ڪڪرن ۾ ڍڪيل رهي. قلعي کي ڏسندي ائين لڳو ٿي تہ ڄڻ، سفيد ديوارن ۾ ڪارا ڪارا اوچا منارا ڪتل هجن. پري کان ائين محسوس ٿيو ٿي تہ ڄڻ، محافظ ڪوٽ جي پٿين تي پهرو ڏيئي رهيا هجن ۽ قلعي جي لوهي دروازن کي تالا لڳل هجن. ڪيڏي مهل لڳو ٿي تہ ڪنهن اجنبي شخص کي، جبل تي چڙهندي اوچتو ڏسي وٺڻ تي، محافظ حرڪت ۾ اچي ويا هجن.

پر جڏهن هوا ڪڪرن کي چڙوچڙ ڪريو ڇڏيو ۽ مٽيءَ جا ذرڙا هوا ۾ ضم ٿيو وڃن، تہ سڀ کان پهرين منارن جون چوٽيون ظاهر ٿين ٿيون ۽ پوءِ قلعي جون ديوارون، جيڪي اڌ ڏرتيءَ ۾ ڪتل آهن. نہ هتي ڪي لوهي دروازا لڳل آهن، ۽ نہ ئي ڪي محافظ پهرو ڏيئي رهيا آهن.

ماٺ ڪئگوبردا جي ڪنڊرات تي حڪمراني ڪري ٿي. فقط سرڪش باسوط جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو جيڪو توب خاني مان ٿيندو سنگ مرمر جي پٿين سان ٽڪرائيندو اڳتي نڪري وڃي ٿو. جتي هزارين بگهڙ پاٽيءَ جي جهرٽن پرسان رڙيون ڪندي ۽ پنهنجي ڳچيءَ ۾ پاتل لوهي پٽن کي چڪ هڻندي نظر اچن ٿا.

شڪرن ۽ ڳجهين قلعي جي پٿين ۾ پنهنجا آکيرا ٺاهيا آهن. پهرين هنن ڦڙ ڦڙ ڪندي پير ڪنيا ۽ پوءِ، گوڙ ۽ شور ڪندا ڪنڊراتن مٿان گولائيءَ ۾ اڏامڻ لڳا. اڃان ٿوري دير ئي نہ گذري، جو جابلو سرڻ بہ ساڻن شامل ٿي ويئي. هن جي ڇهنب تلوار جهڙي، چنبا پالي جيان نوڪدار ۽

پڪ ڪوٽ جي زرهہ جهڙا آهن.

ڪئگوبردا تي جيڪو سڀ کان وڌيڪ قداور گل پيدا ٿئي ٿو، اهو رتن جوت آهي. خون جيان لال، سندس ڏانڊي اهڙي جهڙا تتر جا پير. گل ڪنڊرن ۾ پنهنجي مست جوڀن سان ڪِڙي ٿو. جڏهن بادل، اداس ۽ ويران قلعي جي ديوارن مٿان، اچي ويهن ٿا. تڏهن ڏانڊي هيٺ نمي ٿي تہ جيئن گل پنهنجو مٿو پهاڙ تي ليٽائي سگهي. پوپٽ گل جي گود ۾ ويهندي، گل کي هندوري جيان محسوس ڪري ٿو ۽ دنيا کيس ڪرمچي جي گل جيان تازي توانائي، سندر ۽ خوشبوءَ سان واسيل پاسي ٿي.

پريان هيٺ باسوط جي سامهون، توبخاني جي پرسان ڪافي ڪمرا آهن. صبح جي وقت ۾ ڇت جي ننڍڙن گول سوراخن مان، دونهان اٿن ٿا جيڪي آسمان سان ملي ڪڪرن ۾ گم ٿي وڃن ٿا. ٻنپهرن جي سخت گرميءَ ۾، ڪڪڙ ڪڪڙوڪو ڪري ٿو ۽ ڪو جهور پوڙهو پنهنجي گهر جي ڇانو ۾، اوٻاسيون ڏيندي ماضيءَ جي يادن ۾ گم ٿي وڃي ٿو. ۽ واقعن کي گڏ ڪرڻ لاءِ واريءَ ۾ آڱرين سان ليڪا ڪڍي ٿو.

ڪيترا نسل هتي پنهنجون حياتيون گهاري ويا هوندا؟! ڪيترن ماڻهن جا، هتي پير پٿون ۽ لتا ليڙون ٿيا هوندا؟! ڪيترن هتي جي ڪکن پنن ۽ ڪاٺ کي اجهي طور استعمال ڪيو هوندو؟! بهار جي مند ۾ جڏهن رتن جوت ڪئگوبردا جي لاهين تي، پنهنجي قوهہ جوانيءَ سان قولاربا هوندا، تڏهن ڪيترا ڏراڙ ڏڻ چارڻ جبلن تي ويا هوندا ۽ واپسيءَ ۾ پنهنجن پلاندن ۾ پنر پريو هوندن ۽ سياري ۾ ان کي ٻاجهر جي مانيءَ سان کاڌو هوندن؟

هڪ تتيءَ ويل جو تي گهوڙي سوار، ڪئگوبردا جي جبل تي پهتا. تن مان ٻن جي لباس ۽ گهوڙن تي چڙهڻ جي انداز مان لڳو ٿي تہ هو ڪنهن شهر جا رهاڪو هئا، ۽ انهن هن کان اڳ، قلعو ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هو.

ٽيون ماڻهو انهن جو سونهون هو. ٻيئي ماڻهو، گهوڙي جي هني کي سوگهو جهلي ويٺا هئا. جڏهن تہ ٽيون ماڻهو، گهوڙي تي لڏي لمي رهيو هو ۽ گيت جهونگاري رهيو هو. هڪ اداس ۽ اباڻڪو گيت! سندس گيت ۾، ويران توبخاني جهڙي نراسائي ۽ اُپي ٽڪري ۽ ڏور اڏيل ٻُوٽ تي ڇانيل

مايوسيءَ جو ذڪر هو.

قلعو ڪڪرن ۾ ائين ڍڪيل نظر اچي رهيو هو جيئن ڪا عورت، برقعي ۾ نظر ايندي آهي. ڪيڏي ڪيڏي مهل ڪڪرن پردي جيان رسڪي، قلعي جي ديوارن ۽ چوٽين کي ظاهر ڪيو ٿي ۽ وري ڍڪي ٿي ڇڏيو. پهريون گهوڙيسوار، پنهنجين نظرن کي ديوار مان پار ڪري، نٿي ڏسي سگهيو. هن جي ذهن جي پردي تي، قلعي سان لاڳاپيل ڏند ڪٿائون گهمڻ لڳيون: جڏهن هتي شهزادا راڄ ڪندا هئا ۽ جڏهن هٿيارن سان سٿيل گهوڙا، لوهي دروازي جو ٻاهريون رستو لتاڙيندا هئا ۽ ويڙهاڪ سپاهي پنهنجون تلوارون گهمائيندا، جنگ جي ميدان مان موٽندا هئا. اهي سڀ آکاڻيون وقت سان گڏ، تاريخ جي صفحن ۾ محفوظ ٿي ويون هيون. اهي هڪ آثار قديمه جي ماهر جون اکيون هيون. هو هاڻ ڏسي سگهيو ٿي، اهي جوڌا ۽ انهن جي شان ۾ ڳائيندڙ شاعر. انهن جا تيز وهندڙ قلم ۽ اُنهن مان نڪرندڙ ڇپيندڙ اکر. هاڻ هو ٻڌي سگهيو ٿي، جنگي گهوڙن جي سنبن جا آواز. هن کي اپي ٽڪريءَ تي چڙهڻ ۾ ڪيڏي نه تڪليف ٿي رهي هئي. جڏهن ته پراڻي نسل جا ماڻهو جابلو ٻڪري جيان، آسانيءَ سان جبل جون چاڙهيون چڙهي سگهيا ٿي.

هو نيٺ اچي ڳوٺ پهتا. پهريون گهوڙي سوار قديم رستي تي هلڻ لڳو. هن کي ڪو به ٻار ڏوڙ ۾ ڪڏندي نظر نه آيو. ۽ نه ئي ڪو ٻاڪرو ڌڻ هن ڏانهن حيرت ڀرين نظرن سان نهاريندي سندس ڀرسان گذريو.

ٻيو گهوڙي سوار جنهن کي ڏسندي لڳو ٿي ته هو ڪئيگوبردا جي چوٽيءَ تي ماضيءَ ۾ آيل وهڪرن جي ڳولا لاءِ ڪو نه آيو هو. هن جي ڪل ڀونجي هڪ ڊرائينگ پيڊ ۽ پينسل هئي. جيئن ئي هن کي ڪو ڇهرو يا ساوڪ سان سٿيل پهاڙي ڏيکائي ٿي ڏني هن ان کي پينسل جي ذريعي ڊرائينگ پيڊ تي منتقل ڪيو ٿي.

هو جڏهن پهرئين گهر جي ويجهو پهتا، ته ڪيترائي ڪتا، انهن تي الرون ڪندا آيا. ڪتن جي ڀونڪڻ جو آواز ٻڌي، ڪيترائي ماڻهو ڏيڍيءَ مان ليئو پائي انهن کي ڏسڻ لڳا.

ٻارڙا جيڪي مٽيءَ ۾ ڪيڏي رهيا هئا، گهوڙن جي ڀويان ڪتن کي

پونڪندي ڏٺو. سونهين ڪتن کي ڇهبڪ سان اُلرون ڪندي، پڄائڻ جي ڪوشش ڪئي پر اجائي ويئي. ڪتن قلعي جي ديوار تائين سندن پيڇو ڪيو ۽ ان کان پوءِ هو پوئتي مڙيا ۽ پڄي ويا.

قلعي جي پٿرن ۾ جڙ تہ ساهہ پئجي ويو هو. هو آثار قديمہ جي ماهر سان ڳالهائڻ لڳا. هو هڪ هڪ پٿر جي ويجهو ويو. انهن کي پڇي ٽڪرا ٽڪرا ڪري، انهن جو اپياس ڪرڻ لڳو. هو پير جي آڱر سان زمين کوٽي، ان مان ظاهر ٿيندڙ پٿرن کي چتائي ڏسڻ لڳو. آخر ۾ هو ديوار تي چڙهي ويو ۽ مناري جي ننڍڙي سوراخ وٽ اک رکي، اندر جانچڻ لڳو. هو ديوار ۾ پيل ڏارن کي نوٽ بڪ ۾ درج ڪندي، ڏاڍيان رڙيون ڪندي ڳالهائڻ لڳو.

سونهون گهوڙي کي ٻڌي، ديوار کي ٽيڪ ڏيئي سگريٽ پي رهيو هو. هو زوردار رڙين تي، پيرن پر اٿي بيهي رهيو. هن سوچيو تہ شايد شيش محل ۾ موجود ماڻهوءَ کي نانگ ڏنگي وڌو آهي.

فنڪار ديوار ۾ پيل ڏارن جو ۽ نوڪدار مناري جو خاڪو ناهي رهيو هو. جڏهن هن قلعي جو گيٽ ناهي ورتو تہ هن جي پينسل هوا ۾ ئي ساڪن رهجي ويئي. هن جي پيرن جي آواز تي ڳجهہ آڪيري مان اُڏري مناري مٿان لامارا ڏيڻ لڳي. ٻيون ڳجهيون بہ کنڀ ڦڙڪائينديون اڏامڻ لڳيون.

گهوڙا ڊپ وگهي، هڪ ٻئي جي ويجهو ٿي ويا. جڏهن آثار قديمہ جي ماهر، رڙيون ڪري اعلان ڪيو تہ هن شهزادي باقر جو دفن ٿيل تاج ڳولهي لڌو آهي تہ فنڪار کي ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ آيو تہ هو ڇا بابت ڳالهائي رهيو هو. هو اصل ۾ اڏامندڙ ڳجهين جي زوردار ڦڙ ڦڙ جو پيڇو ڪري رهيو هو. ۽ هنن جي رت جهڙين ڳاڙهين ڇهنبن کي چتائي ڏسي رهيو هو. هن کي سندن گهيري ۾ چڪر ڪاٽڻ، ڪنهن بہ معجزي کان گهٽ نہ لڳو. هن کي خيال ئي نہ رهيو تہ ڪيڏي مهل هن جو ٽوپلو هن جي مٿي تان اڏامي، هن جي هيٺان جبل جي چوٽيءَ تي وڃي ڪريو.

هڪ پوڙهو ڳوناڻو، جنهن جي ور ۾ ڏانٽو ۽ مٿي تي پٽڪو ٻڌل هو، جبل جي چاڙهي چڙهي سونهين جي ويجهو آيو. هن اجنبي گهوڙي سوارن

ڪي، جبل ۾ لڳل شيشي مان ڏٺو هو. جڏهن ڳوناٽي سونهين کان، انهن اجنبي گهوڙي سوارن بابت پڇيو ۽ معلوم ڪرڻ چاهيو ته، هو ڇو پراڻن کنڊرن ۾ گهمي رهيا آهن، ته هو کو به تسلي بخش جواب ڏئي نه سگهيو ۽ پوءِ ڳوناٽي خود ئي ڇيو ته ڪئگوبردا جي اوتانهين چوٽين تي، ڪنهن نامعلوم هنڌ تي سونن سڪن سان ڀريل هڪ دلو دفن ٿيل آهي.

ڳوناٽو ڪجهه دير لاءِ سوچ ۾ پئجي ويو ۽ پوءِ، هو مڙيو ۽ واپس چاڙهيون لهي، توپخاني جي طرف ٻاجهر جي کيت طرف هلڻ لڳو. هو هلندي هلندي، پنهنجو پاڻ سان ڳالهائڻ لڳو: ’ڪيڏو نه پلوٽئي جي قلعي ۾ دفن ٿيل خزانو هٿ چڙهي وڃي، ڪاش مون کي دفن ٿيل خزاني جي سڌ هجي ها! ته ڪر مان ان مان کوڙ ڍڳيون خريد ڪريان ها....‘ اهي پور پچائيندو هو اچي کيت ۾ پهتو. پنهنجي واسڪوٽي لاهي، اجاين خيالن کي پاسي ڪري، فصل لُڻڻ لڳي ويو.

رتن جوت کنڊرن ۾ جهولي رهيو هو. پر آثار قديمه جي ماهر، ان تي کو به ڌيان نه ڏنو ۽ نه ئي سندس ڌيان رتن جوت يا جبل تي وچايل سائو گاهه، ڇڪائي سگهيو. سڀ ڪجهه سندس پيرن هيٺان اچي چيپاٽجي ٿي ويو.

هن جي اڳيان دنيا، هڪ وڏو عجائب گهر هئي جنهن ۾ ڪابه ساهه واري شيءِ، موجود ڪانه هئي. هن عشق پيچ جي هڪ وڏي جهڳٽي مان، جيڪو جبل کي ڀاڪر ۾ وراڪيو بيٺو هو، هڪ گل پٽيو. هن رتن جوت جو گل، جيڪو جبل جي ڦار ۾ لڏي رهيو هو پٽيو. هن پٿرن تي پيار مان هٿ گهمايو ۽ انهن تان مٽي هٽائي، جيڪا انهن تي اڪريل عبارتن کي ڪائي رهي هئي. فنڪار اهو سڀ ڪجهه، جنهن ۾ آثار قديمه جي ماهر جي دلچسپي هئي اسڪيچ ڪيو. هن کنڊرن کي، ڊرائينگ پيڊ تي لاٿو جبل ۾ آکيرو اڏيندڙ عقاب ۽ ديوارن جي پاڙ ۾ لڏندڙ ۽ جهومندڙ رتن جوت جي گلن کي، هن پنهنجي ڪلا ۾ محفوظ ڪيو.

*

هو منجهند جو قلعي کان روانا ٿيا. رواني ٿيڻ کان اڳ، آثار قديمه جي ماهر کنڊرن جي چؤگرد هڪ پيرو وري چڪر هنيو ۽ پنهنجي نوٽ بوڪ ۾ داخل ڪيو ۽ پوءِ تيز وک کڻڻ لڳو. ته جيئن هو پنهنجي ساٿيءَ کي

رسي سگهي.

هن پيري سونهون کين ڪافي پري وٺي ويو. جيڪڏهن آثار قديمہ جو ماهر، شهزادي باقر ۽ ماضيءَ جي واقعن بابت سوچي رهيو هو ۽ جيڪڏهن فنڪار جي ذهن ۾، سدابهار رتن جوت ۽ باسوط جا وهندڙ آبشار ڦري رهيا هئا، تہ سونهون وري ڪيرٽي، سٽيي ماني ۽ پنير بابت خواب لهي رهيو هو.

هنن پهرئين گهر وٽ گهوڙا ڇوڙيا ۽ انهن کي ٻڌي، سوڙهي دروازي ڪان گهر ۾ داخل ٿيا. بکايل گهوڙن اُتاولائپ مان پنهنجا ٻوٿ گاهہ ۾ هٽي ڇڏيا.

گهر جي اندر دروازي لڳ ٺهيل چلهہ جي پرسان هڪ ٻارڙو ويٺو هو. هو گرم گرم رک تي، ڪنيپون پچائي رهيو هو. جيئن ئي هن اجنبي ماڻهو ڏٺا تہ ڇرڪي ويو. هو اهو فيصلو ڪري نہ سگهيو تہ آيا هو ڪنيپون ٻرندڙ باهہ ۾ ڇڏي وڃي، يا انهن کي ڪڍي ڪٽي وڃي. ماءُ جي پيرن جي ٺپ ٺپ تي، هن جو ڪجهہ حوصلو وڌيو. هن پڪل ڪنيپون چلهہ مان ڪڍيون ۽ انهن کي پٿر تي رکي انهن جي ٿڌي ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو.

هن جي نوجوان ماءُ اندر داخل ٿي ۽ هن جي اکين کي اُگهيائين ۽ گهر جي ڪنڊ ڏي هلي ويئي. هن بسترن جي ٿهي مان ٻہ وهاڻا ڪڍيا ۽ آيلن جي اڳيان رکيا.

سونهين، آثار قديمہ جي ماهر جي ٿيلهي مان ڪاڻي جو دٻو ڪڍيو.

”پياري پيڻ! اسان کي بک لڳي آهي،“ هن چيو: جيڪڏهن توهان وٽ ڪير آهي تہ اسان کي چانهہ ٺهي ملندي؟ اسان وٽ کنڊ آهي.“

نوجوان عورت چلهہ ڏانهن ويئي ۽ ونجٽي هٽي، باهہ ٻارڻ لڳي. رئو هوا جي هڪ جهوٽي سان سندس مٿي تان اڏامي ويو. فنڪار جون نظرون سندس اڇي پيشاني، ٻيلي جيان گهاٽن وارن ۽ گهرين اکين تي ڪپي ويون. عورت چلهہ تي جهڪي ويٺي هئي. فنڪار جون اکيون چلهہ مان ايندڙ دونهين سبب گهٽي دير تائين ڪيس ڏسي نہ سگهيون. هن ڪان اڳ هن ڪيس ڪٿي ڏٺو هو؟ ساڳيا ئي ونگيل پرون، ساڳيون ئي ڪاريون ڪجليون اکيون، اهو ئي سندر چهرو. جڏهن عورت ديگڙي چاڙهڻ لاءِ ٿورڙو اٿي تہ هن جو رک سان پريل چهرو اهي ئي ونگيل پرون اهي ئي ڪاريون

ڪجليون اکيون، هن کان تمام ٿوري وٿيءَ تي رهجي ويون.

ڪيترا نہ سال گذري ويا! ڇا ڪي بہ بہ ڇهرا، ايترا هڪ جهڙا ٿي سگهن ٿا.؟ ايتريقدر جو منهن مهانڊو بہ ساڳيو.

هن عورت جو چهرو سج جي تپش سبب، ٿورڙو لڙاٽجي ويو هو. پر هن جون اکيون تہ ساڳيون سمنڊ تي مليل انهيءَ عورت جهڙيون هيون. ٻنهي جي ساڳي سنهڙي چيلهہ، ساڳيو ئي نرم لسو جسم. جسم جو هر انگ ساڳيو ئي تہ هو ٻنهي جو.

دلفريب لوڏ ۾ خاموشيءَ سان، نوجوان عورت هنن لاءِ چانهن آندي. جنهن بہ مهل هو جهڪي ٿي، يا اٿي ٿي، يا هلي ٿي، تہ سندس ٻانهن ۾ پيل چانديءَ جي چوڙن، ۾ جسم تي پهريل ڪپڙن ائين آواز ٿي ڪيو. ڄڻ تہ ڪي ٽليون وڄي رهيون هجن.

سمنڊ تي مليل عورت کي پاتل لباس بہ تہ هلڻ سان، اهڙي ئي موسيقي پيدا ڪئي هئي. پر ڪيس پوري ڪوٽي ۾ ڪارو مخمل جو ٽوپلو جنهن تي نارنگي رنگ جا گل جڙيل هئا، پاتل هو.

اها عورت هن کان تمام گهڻو پري وڃي چڪي هئي. شايد هو خيال ئي خيال ۾، باسوط نديءَ مان ترندو، سمنڊ جي ان ڪناري وٽ پهچي ويو، جتي هو ڪنهن وقت هن عورت سان ويٺل هو.

سونهين ڪاڏي جو ٻيو دٻو کوليو. آثار قديمہ جو ماهر، مسلسل ڪپڙي ۾ ان تي رکيل ٽامي جي ٿانون کي ڏسي رهيو هو. ڇوڪرو ڪنيين ڪائڻ کان پوءِ حيرت ڀرين نظرن سان ڏٻي کي، ائين ڏسڻ لڳو ڄڻ تہ هو انتظار ڪري رهيو هو تہ، اجنبي ڪڏهن ٿا هن کي خالي ڪن. سونهين هن جي، تيز گهوريندڙ اکين کي تاڙي ورتو. ۽ ڏٻو هن ڏانهن اڇلايائين. ڇوڪري ٽپ ڏيئي ڏٻو ڪنيو ۽ هن کي اٿلائي پٿلائي ڏسڻ لڳو. ڪتو جيڪو ڀرسان ويٺل هو، گوشت جي ٻچيل ٽڪر کي چٻاڙڻ لڳو. انهيءَ پل ڇوڪرو اٿيو ۽ ٽڪڙو ٻوڙڻ لڳو. تہ جيئن هو، کين چمڪدار اڇي پيتي ڏسڻ لاءِ وٺي هلي. جيڪا هونئن ڪنڊرن ۾ ڳولڻ هنن لاءِ مشڪل هئي.

عورت چلهہ جي ڀرسان ويٺي رهي ۽ ٿوري ٿوري وقفي کان پوءِ، ڪٽليءَ جو ڍڪ کولي پاڻيءَ جي ٽهڪڻ جي پڪ ڪري رهي هئي.

باهہ جي تپش سبب، سندس جسم پگهر سان شل ٿي ويو هو. هو چلهہ ۾ ڪاٺيون اندر ڪندي، پنهنجون اکيون دونهين کان بچائڻ لڳي، جيڪو ڪڪرن وانگي اٿي رهيو هو. ۽ ڪانن جي ديوار جي سوراخن مان گذري رهيو هو.

فنڪار کي چلهہ جي پرسان ويٺل عورت جون ٽنگون، سندس ڍگهي لباس مان ائين پئي لڳيون ڄڻ تہ ڪا جادو گرڻ، ايندڙ دونهين مان مستقبل ڏسي رهي هجي.

سمنڊ تي مليل عورت، ڪڏهن بہ اگهاڙين پيرين نہ هلندي هئي ۽ نہ ئي ڪڏهن چلهہ جي پرسان ويٺي هئي.

سمنڊ پرندڙ جبلن مان نڪرندڙ لاون جيان، گجگوڙ ڪري رهيو هو ۽ صبح جي وقت، پهاڙن سان ٽڪرائي رهيو هو. ڪارو مخمل جو ٽوپلو پاتل عورت، ڪناري تي ويٺي رهي ۽ واريءَ تي آڱر سان ليڪا ڪيندي رهي. ۽ ذري ان کي ڍاهيندي بہ رهي. هو پنهنجي هٿن ۾ ڪاٺيءَ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري رهيو هو. لهرون نرم گاديلي جيان سندن پيرن کي ڇهي رهيون هيون. ۽ ڪاٺيءَ جي ٽڪرن کي سمنڊ ۾ اماڻي ٿي ڇڏيو. جيئن ئي لهرون وري اُنهن ڪاٺيءَ جي ٽڪرن کي ڪناري تي ڪٺي آيون، عورت واعدو ڪيو تہ هوءَ ساڻس شادي ڪندي. ۽ دنيا اوچتو ئي اوچتو هن کي بي انت سمنڊ جيان لڳي ۽ هن کي سندس دل بہ اُن جو هڪ حصو لڳي.

اُن کان پوءِ ڏينهن بدلجي ويا. زندگيءَ هنن کي اوچتو هڪ ٻئي کان پري ڪري ڇڏيو. هن وٽ هن جي دل ۾ فقط وڃي رهيون سندس ڪاريون ڪجليون اکيون، پوري ڪوٺي ۽ سنهيون اڱريون، جنهن سان هن واريءَ تي لکيو ٿي ۽ پوءِ پنهنجي واعدي کي پاڻ ئي ڍاهيو ٿي.

ڍڪ هنڌي اُيامڻ سبب ٽڙ ٽڙ ڪرڻ لڳو. عورت ٿانوَن جي ڪوڪي مان، ڪجهہ پليٽون ۽ چٽيل گلاس ڪڍيا ۽ دسترخوان تي آڻي رکيا. جيئن ئي هو دسترخوان تي جهڪي تہ، سندس رئو مٿي تان رسڪي، ڪلهن کان ٿيندو هيٺ ڪري پيو. سمنڊ تي مليل عورت جا بہ وار ڍگها، ڳچي سنهڙي ۽ چمڙي هن جيان شفاف هئي.

ڇوڪرو ڊوڙندو اندر آيو. هن جي هٿن ۾ خالي ڪيل ڏبو هو. ٻيا

ڇوڪرا جيڪي دروازي وٽ بيٺل هئا، اجنبي ماڻهوءَ کي گهوري نهاري رهيا هئا. ڇوڪري جي خوشيءَ جي حد نہ رهي، جڏهن ڪيس ڪاڏي جو ٻيو ڏٻو بہ ڏنو ويو. هن پيري هو ڊوڙيو ڪو نہ تڏي تي ئي ويهي رهيو. هن جي ماءُ، هن کي چانهہ جي پيالي ڏني ۽ فنڪار سندس گلاس ۾، وڏو چمچو کنڊ جو وڌو. ڇوڪري کي چانهن مان نڪرندڙ ٻوڙين کي ڏسندي ڏاڍو مزو آيو. هن پنهنجي آڱر گلاس ۾ وڌي تہ جيئن هو انهن کي ٻاهر ڪڍي سگهي. جيتوڻيڪ گرم چانهہ سندس چپ ساڙيا ٿي پر هن ٻڙڪ بہ ٻاهر نہ ڪڍي. ڳرندڙ کنڊ هن کي ڏاڍو محفوظ ڪيو. آثار قديمہ جي ماهر مرڪي ڏنو ۽ ان کي ماڻهوءَ جي ماضيءَ جي پس منظر ۾ ڏسڻ لڳو. عورت ٻيهر ڪٽلي چاڙهي ۽ پنهنجي پٽ جي شرارتن تي مرڪندي رهي.

هن جي مرڪ فنڪار کان ڳجهي نہ رهي، اها مرڪ هن کي ڄاتل سڃاتل لڳي. جڏهن ماڻهو هڪ ٻئي سان مشابهت رکندا هجن تہ، سندن مرڪون بہ ساڳيون ئي هونديون آهن. سڀ کان پهرين سندس مٿيون چپ چريو ۽ پوءِ ٻئي چپ هڪ ٻئي کان جدا ٿيا. ۽ ائين مرڪ سندس اکين ۾ بہ اُڀري آئي.

فنڪار پنهنجو ڊرائينگ پيڊ ڪيسي مان ڪڍيو. پهاڙن جي ڪڍيل نقش پرسان هن ڦڙتائيءَ سان باهہ جي پرسان ويٺل عورت جو خاڪو ناهيو.

سندس بت هن کي ڄاتل سڃاتل لڳو. هُو پنهنجي دنيا ۾ گم ٿي ويو ۽ هن کي ائين لڳو تہ هن اڳ بہ ڪئين ڀيرا ساڳيو خاڪو ناهيو آهي.

ڇوڪري کان سواءِ ٻي ڪنهن جي بہ ڊرائينگ پيڊ تي نظر نہ پيئي. ڇوڪري کي اڇي شيٽ تي هرڪا شيءِ ائين وڻندڙ لڳي جيئن بهار جي مند ۾ وهندڙ ڪوئي جهرڻو.

ٿوري دير کان پوءِ سونهين گهوڙا واپس آندا. هن گهوڙي تي سنج رکيا ۽ نوجوان عورت کي خدا حافظ چوڻ لاءِ مڙيو. هوءَ اٿي ۽ تڙتڪڙ ۾، رومال پنهنجي پيشانيءَ تي ڏنائين. هن جون آڱريون هن جي ڀڪوڙيل هٿ مان نڪتيون. آثار قديمہ جي ماهر پڻ، ڪيس الوداع چوڻ لاءِ هٿ وڌايا پر هن پنهنجو هٿ، دل تي زور سان ڏٻائي رکيو ۽ ڪنڌ جهڪائيندي ڪيس

الوداع چيو. فنڪار ڇوڪري کي، ڪجهہ چانديءَ جا سڪا ڏنا ۽ سندس پٺي ٺپري.

گهوڙا ڪٿگوبردا جي جبل جون لاهيون لهي، وادين ۾ هلڻ لڳا. جبل جي وادين ۾ سفر دوران ٽيئي پنهنجن پنهنجن خيالن ۾ گم ٿي ويا.

رستي جي پاسن کان، رتن جوت جا گل پنهنجي جوڀن سان جهولي جهومي رهيا هئا. فنڪار ٿورو جهڪيو ۽ گل پٽي پنهنجي ڊرائينگ پيڊ جي ان صفحي ۾ رکيو جنهن ۾ هن انهيءَ نرم نازڪ عورت جو چلهہ جي پرسان وينٺل تصويري خاڪو ٺاهيو هو. پٺر گهوڙن جي سنبن سان ٽڪرائيندا واديءَ ۾ کڙڪاٽ ڪرڻ لڳا.

مست سمنڊ ۽ ان ۾ اپرندڙ لهرون، فنڪار جي ذهن تي ڇانئجي ويون. هو لهرن جي جهوليءَ کي ڪناري وٽ ڪٽي اچي ٿو. سڀ کان پهرين ڪاري مخملي ٽوپلي واري دوشيزهہ ۽ پوءِ هڪ ڊگهي لباس ۾ پٺن تي لٽڪندڙ وزني چوٽيءَ واري هڪ نوجوان عورت ۽ تنهن کان پوءِ هڪ ڊٺل ۽ تباهہ ٿيل قلعو ۽ رتن جوت جا گل، جيڪي قلعي جي ديوارن ۾ جوڀن پائن ٿا ۽ مست هوا ۾ جهولن ۽ جهومن ٿا.

*

هاڻ شام ٿي چڪي هئي.

هڪ پوڙهو ٻڪوٺاٽو، ساڳي رستي کان جبل تي چڙهي رهيو هو. ڏانئو هن جي چيلهہ ۾ ٻڌل هو. هو وساٽل ۽ ٿڪل لڳو ٿي. سڄو ڏينهن ٻاجهري لڻڻ سبب، سندس سنڌ سنڌ ساٽو ٿي پيو هو ۽ شايد ان ڪري هو لٺ تي جهڪي، آهستي آهستي پير کڻي رهيو هو. ۽ ٿورو هلڻ کان پوءِ، هو ٿڪجي ٿي پيو. ساهي پٽڻ لاءِ، گهڙي پل لاءِ ويٺو ٿي. ويهڻ سان، هن جون ٽنگون ڏڪيون ٿي. هي اهوئي ساڳيو ماڻهو هو. جنهن بابت سونهين ٻڌايو ٿي تہ، هن کي کنڊرن ۾ دفن ٿيل خزاني جي ڄاڻ هئي. هن پنهنجي ٻنيءَ مان مٿي نهاري ڏٺو تہ، گهوڙي سوار هيٺ اچي رهيا هئا. هن کي لڳو تہ سون سندن خرزينن ۾ هو. سون جيڪو صدين کان ان پٿر جي هيٺ دفن ٿيل هو. جنهن تي هو ويهندو هو ۽ آس پاس ۾ رڍون ۽ ٻڪريون چاريندو هو. انهن سوچن کيس پريشان ڪري ڇڏيو. يا شايد انهيءَ ڪري تہ هو ٿڪجي پيو

هو. هو ان بڪايل رڃ جيان لڳي رهيو هو جنهن کي پورو ڏينهن شڪار لاءِ پٽڪندي شام ٿي ويئي هجي ۽ پوءِ بہ شڪار پلئہ نہ پيو هجي.

جڏهن هو گهر جي ٻُنيي وٽ پهتو تہ هن ڪتي کي لت هنيئي، جيڪو سندس آڏرياءُ لاءِ اچي رهيو هو. هن ور مان ڏانتو ڪڍي گهر جي ڪنڌ ۾ اڇلايو. ۽ ان کان پوءِ لٺ کي چلهہ جي پاسي رکي، تڏي تي ويهي رهيو. باهہ مان اُلا اٿي رهيا هئا. ڪٽلي ٽهڪي رهي هئي ۽ بہ ڏبا وهاٽي مٿان رکيا هئا.

ان کان اڳ جو لاهيارو پنهنجا ڍگها جوتا لاهي ۽ ان مان ڪک ڪچرو ڪڍي، هن جي زال اندر داخل ٿي. سندس ٻانهن ۾ پيل چاندي جي چوڙن ۽ سلوار جي جهجن سرن هلڻ سان اٿين آواز ٿي ڪيو جڻ تہ ڪي ٽليون وڄي رهيون هجن. سندس ٻانهن ۾ چوڙا چمڪي رهيا هئا ۽ هن جو پٽ هن جي چولي سان چنبڙيل هو ۽ سندس هٿ ۾ خالي دٻا هئا.

چوڪرو پنهنجي پوڙهي پيءُ ڏانهن ڊوڙيو تہ ڪيس جيئن سندس خزانو ڏئي سگهي.

پوڙهي کي اوچتو محسوس ٿيو تہ گهوڙي سوار تڏي تي ويٺا آهن. ٻارڙي پنهنجي پوڙهي پيءُ کي چانديءَ جا سڪا ڏيکاريا، جيڪي اوپري گهوڙي سوارن ڪيس ڏنا هئا.

پوڙهي چوڪري کي ڍِڪو ڏنو ۽ خالي ڏبا اڇلايا تہ اهي پٽ تي اٿين ڦرڻ لڳا، جيئن اڳ چوڪري جي هٿن ۾ هنبڙي رهيا هئا. چوڪري ٽپ ڏيئي، اهي ٻيهر کنيا. ان کان پوءِ هن پنهنجو منهن، پنهنجي نوجوان ماءُ جي چولي ۾ لڪائي ڇڏيو ۽ رئڻ لڳو. سندس پيءُ کي ان جو ڏاڍو ڏک ٿيو. هن ڪيس سڏيو ۽ سڪا ڏيکارڻ لاءِ چيو. چوڪرو لڙڪ لاڙيندو مرڪندو آيو. سڪا هن جي مٺ ۾ پڪوڙيل هئا. ٻار نهايت معصوميت مان فنڪار ڏانهن اشارو ڪندي ٻڌايو تہ هن ئي ڪيس چانديءَ جا پيارا سڪا بہ ڏنا آهن سندس ماءُ جي تصوير پڻ ٺاهي، ڪيسي ۾ رکي آهي.

پوڙهي ڪڙميءَ جي دل تي جڻ ڪنوڻ ڪري پئي. هن جي اندر ۾ شڪ جاڳي اٿيو ۽ هن پنهنجون اکيون ڦوٽاريون. هو سڄو ڳاڙهو ٿي ويو. نوجوان عورت پنهنجي پٽ ڏانهن نهاريو ۽ منهن جو پنوئي لهي ويس. مڙس،

پنهنجي زال جي چهري جو رنگ تبديل ٿيندو محسوس ڪري ورتو. ٻئي پل ۾، هو پيرن ڀر اٿي بيٺو. هن لٺ کڻي ۽ زور سان، نوجوان عورت جي پٺن ۾ وهائي ڪڍي.

نوجوان عورت جا ٻئڙ ڇڄي پيا. سندس ويڙهيل چوٽا ڦٽي ويا. ڪٿلي ايامڻ لڳي. ڀڳل لٺ ڪنڌ ۾ رکجي ويئي. هوءَ سور سبب لڇڻ ۽ ڦٿڪڻ لڳي، پر هن ڪابه دانهن ڪوڪ ڪانه ڪئي. هوءَ پنهنجو هٿ چيلهه تي رکي ٻاهر نڪري ويئي ۽ پاٺمرادو رئڻ لڳي. ٻارڙو هن جي پويان پويان ويو. سندس ٻنهي هٿن ۾ اجا به ڏٻا هئا. هو ماءُ جي چولي ۾ منهن هٽي لڪڻ لڳو.

پوڙهو ڪڙمي سڄو وقت ڪر ڪندو ۽ ڪنجهندو رهيو. ان ڪان پوءِ هو اٿيو ۽ اٿي ٻاجهر جي ماني کاڌائين، ۽ رڍ جي اُن مان نهيل توپلو سيراندي هيٺ رکي، تڏي تي ليٽي پيو.

هڪ دفعو وري ڪئگوبردا جي پهاڙن تي خاموشي ڇانئجي ويئي. جيئن ئي رات جي اونداهي پنهنجا پر پکيڙڻ لڳي چلهه ۾ ٻاهه به وسامندي ويئي ۽ ڳوٺ جا ڪتا، مرن جي ڊپ کان گهرن جي ٻاهران پونڪڻ لڳا. رڍون گاهه تي ليٽي پيون. نوجوان عورت، تڏي تي ويٺي رهي ۽ ٻارڙي کي انتهائي پيار مان پنهنجي جهول ۾ لڪائي ڇڏيو.

هڪ ڪارو ڪڪر جبل مٿان ديو جهڙي گوگيتي جيان ريڙهيون پائيندو گهرن ڏانهن وڌڻ لڳو.

جيئن ئي سٺل رڍن تي ماڪ پئجي ويئي، تيئن ئي اونده جبلن ۽ ساوڪ کي پنهنجي گهيري ۾ آڻي ڇڏيو.

ماڪ، رتن جوت جي گلن تي وسي ويئي. ننڍڙو پوپٽ خوشبوءَ سان واسجي ويو ۽ گل جي گود ۾ جهولڻ لڳو ۽ پوپٽ کي ائين لڳو ته ڄڻ دنيا رتن جوت جي گل جيان آهي، جنهن جي ذري ذري ۾ سندرتا رچيل آهي. ۽ جنهن جي سرهاڻ هر ڏس ۾ واسيل ۽ ڦهليل آهي.

* * *

# هڪ تنهنجي لاءِ

## مئڪسم گورڪي

*منهنجي* دوست، هڪ دفعي مون کي هيءَ ڪهاڻي ٻڌائي. هيءَ انهيءَ زماني جي ڳالهه آهي جڏهن آءٌ شاگرد جي حيثيت ۾، تعليم حاصل ڪري رهيو هوس. تڏهن آءٌ، اهڙين عورتن جي وچ ۾ رهندو هوس، جن بابت توهان سمجهي ويا هوندا ته، آءٌ ڇا چوڻ چاهيان ٿو. انهن عورتن ۾، هڪ بجليءَ جي ڪنپي جيان ڊگهي هئي ۽ سڀ ماڻهو هن کي ٽريسيا جي نالي سان سڏيندا هئا. هوءَ بت ۾ پريل هئي ۽ هن جا پرون ڊگها ۽ ڪارا هئا. سندس ڊگهي منهن تي اکين جي مٿان ڊگها ۽ ڪارا پرون ڪهاڙيءَ جيان ڏيکائي ڏيندا هئا. هن جا ڪهاڙي نما پرون، ڳرو آواز، ڪوچبان جهڙي هلڻي ۽ مهاڻن جهڙيون ٿلهيون ڪرايون، مون کي ڏڪائي وجهنديون هيون. آءٌ بلڊنگ جي آخري منزل تي واقع فليٽ ۾ رهندو هوس ۽ هن جي جُهڳي، منهنجي فليٽ جي بلڪل سامهون هئي. جيستائين هوءَ پنهنجي جهڳيءَ ۾ موجود هوندي هئي، تيستائين، آءٌ ڊپ وچان پنهنجي فليٽ جو دروازو بند رکندو هوس ته جيئن، هوءَ فليٽ اندر نه هلي اچي. پر ائين ڪڏهن ڪڏهن ٿيندو هو. پر ڪڏهن ڪڏهن، جنهن کي منهنجي بدقسمتي ئي چئجي، منهنجي نه چاهيندي به هوءَ مون کي ڏاڪڻ تي، يا اڱڻ ۾ ملي ئي ويندي هئي. هوءَ مون کي ڏسي، مرڪندي هئي. هن جي مرڪ، مون کي سدائين وهه جا ڍڪ ۽ بي رحم لڳندي هئي. هن جون اکيون پوائنٽيون ۽ چهرو ڏائڻ جيان ڏيکائي ڏيندو هو. اهڙي موقعن تي، هوءَ مون سان ڳالهائيندي به هئي.

”ڪهڙا حال اٿئي؟ محترم شاگرد!“ ۽ مٿان وري سندس احمقاڻي کل،

مون کي وڏيڪ ڪانئس نفرت ڏياريندي هئي. مون ڪئين دفعا، هن جي ناقابل برداشت حرڪتن سبب، فليٽ ڇڏڻ جو سوچيو پر هر دفعي، مون کي فيصلو تبديل ڪرڻو ٿي پيو. ان جا بہ ڪوڙ سبب هئا. هڪ تہ منهنجو فليٽ سنو هو، ٻيو تہ فليٽ جنهن گهٽي ۾ واقع هو اتي هر وقت سانت رهندي هئي ۽ سانجهي وقت، فليٽ جي هڪڙي دري اهڙي پاسي ٿي کلي، جتي، قدرت پنهنجي ڀرپور جوانيءَ سان مون کي محسور ڪرڻ لاءِ هر وقت موجود هوندي هئي.

هڪ ڏينهن جي ڳالهہ آهي. صبح جو وقت هو آءٌ پنهنجي ڪوچ تي ايئن ئي ليٽيو پيو هوس ۽ ڪاليج نہ وڃڻ لاءِ بهاني گهڙڻ تي سوچي رهيو هوس تہ مون ڏٺو تہ در کليو ۽ ٽريسيا جو ڳرو آواز ڪمري ۾ گونجيو:

”سٺي صحت مبارڪ هجنئي، محترم شاگرد!“

”تون ڇا ٿي چاهين؟“ مون سوال ڪيو. مون ڏٺو مون کي هوءَ مايوس مايوس نظر اچي رهي هئي... سندس چهري جو اهو رخ، سندس عام طبيعت کان، قطعي مختلف هو ۽ مون کي سمجهہ ۾ نہ آيو.

”ڏس محترم شاگرد! مون کي تنهنجي مدد کپي: ڇا تون، منهنجي مدد ڪرڻ پسند ڪندين؟!“

آءٌ خاموش ويٺو رهيس ۽ پنهنجو پاڻ سوچڻ لڳس. ان کان اڳ جو آءٌ ڪجهہ ڳالهايان، هن جو ڳرو آواز، منهنجون سوچون ٽوڙيندي منهنجي ڪنن تائين پهتو:

”آءٌ هڪ خط لکائڻ چاهيان ٿي. مون کي اهو ئي عرض ڪرڻو آهي.“ سندس چهري تي گهٻراهٽ ۽ آواز ۾ نرمي اچي چڪي هئي.

”اڙجي ويس“ مون سوچيو پلا ڪري بہ ڇا ٿي سگهيس! آءٌ اٿيس، پنو پين کنيم ۽ ٽيبل لڳ ڪرسيءَ تي ٿي ويٺس.

”هلي آ، منهنجي پرسان ٿي ويهہ ۽ لکاءِ جيڪي لکائڻ چاهين ٿي.“

هوءَ منهنجي پرسان، ڪرسيءَ تي ٿي ويٺي ۽ مون ڏانهن پريشان ۽ گنهگار نظرن سان نهارڻ لڳي.

”چڱو! ٻڌاءِ ڪنهن کي خط لکان؟“

”سيٽمنا شهر جي وارسا روڊ تي رهندڙ بولس ڪاميٽ کي.“

ها، لکاءِ.

”لک، منهنجا پيارا بولس... منهنجا محبوب... منهنجا وفادار عاشق،

شل خدا توکي محفوظ ۽ خوش رکي. تنهنجي دل سون جيان سونهري آهي، پوءِ ڇو تو گهڻي وقت کان تنهنجي جدائيءَ ۾ اداس رهندڙ ننيڙڙي پياري گڏڙي ٽريسيا کي خط نہ مڪو آهي.“

”ننيڙڙي پياري گڏڙي!؟“ مون کان بي دڙڪ ٽهڪ نڪري ويو. پنجن فٽن کان بہ ڊگهي، پٽرن جهڙا ٿلها هٿ، ڳرو ۽ بيڊولو بدن، منهن اهڙو ڪارو ڄڻ، سڄي چمار چمنيءَ ۾ گهاري هجيس ۽ ڪڏهن بہ پلجي منهن نہ ڌوتو هجيس تہ بہ سڏائي ٿي پياري گڏي. خير!

مون پڇيو ”پلا اهو بولس وري ڪير آهي؟“

”بولس! محترم شاگرد.“ هن ائين وراڻيو ڄڻ مون هن نالي جي توهين ڪئي هجي.

”بولس منهنجو نوجوان دوست آهي.“

”نوجوان دوست؟“

”سائين تون گهڻو عجب ڇو ٿو ڪائين. ڇا مون جهڙي ننيڙڙي معصوم ڇوڪريءَ جو نوجوان دوست ٿي نٿو سگهي؟“

هوءَ؟ ۽ ڇوڪري؟؟ ۽ معصوم؟؟؟ بهرحال

”ڇو نہ! ڇو نہ!“ مون چيو سڀ ڪجهہ ممڪن آهي. بلڪل ٿي سگهي ٿو. ”پلا ٻڌاءِ اهو نوجوان تنهنجو گهڻي وقت کان دوست آهي؟“

”ڇهن سالن کان.“

”ٺيڪ آ. نيڪ آ“ مون چيو. ها هاڻي اڌ ۾ ڇڏيل خط اڳتي لکاءِ“

......... ۽ آءٌ اوهان کي ٻڌائيندو هلان تہ ٽريسيا مون کان ڪئين پيرا الائجي ڪيترا خط مختلف ائڊريسن تي بولس ڏانهن لکايا. انهيءَ اميد تي تہ من ڪٿان مٺي موٽ ملي پر جواب نہ اڇڻو هو نہ آيو.

”سائين توهان منهنجي لاءِ خط لکي وڏا وڙ ڪيا آهن.“ ٽريسيا جي آواز ۾ نرمي هئي. ”شايد آءٌ توهان لائق ڪا خدمت ڪري سگهان؟“

”مهرباني“

”شايد. سائين اوهان جون قميصون سيبو ٽوپو گهرن ٿيون؟“

مون کي سندس ڪپڙن واري آڇ چڙ ڏيارڻ لاءِ ڪافي هئي. ڪيس سخت لفظن ۾ ٽوڪيم ”مون کي تنهنجي خدمتن جي ضرورت ناهي. سمجهيئي؟“

۽ هوءَ واپس پنهنجي جهڳيءَ ڏانهن هلي ويئي. هڪ هفتو يا ٻه هفتا مس گذريا هوندا، آءٌ انهيءَ شام دريءَ جي پرسان ويٺو هوس. ۽ سوچي رهيو هوس ته اهڙو ڪو ڪارائتو ڪم ذهن تي تري اچي ته جيئن آءٌ سستي ڇڏي اٿي کڙو ٿيان. آءٌ انهيءَ شام ڏاڍو اداس هوس. پر موسم بيڪار هئڻ سبب، مون ٻاهر به نڪرڻ نٿي چاهيو. شايد اهو ئي سبب هو جو مون وقت کي ڪٽڻ لاءِ پاڻ تي سوچڻ شروع ڪيو. منهنجو اهو عمل به ڏاڍو بور هو. پر الائجي ڇو ان جي باوجود به مون ان مهل، ٻيو ڪجهه ڪرڻ به نٿي چاهيو ۽ پوءِ اوچتو در کليو. "خدا شل رحم ڪري!" ڪوئي اندر داخل ٿيو.

"محترم شاگرد مون کي پڪ آهي ته هينئر واندو ئي هوندين." اهو ٿريسيا جو آواز هو.

"ها،" مون چيو "ڪهڙو ڪم اٿئي؟"

"سائين منهنجو عرض آهي ته مون کي هڪ خط لکي ڏيو." "ڏاڍو سٺو. بولس ڏانهن لکي ڏيان نه؟"

"نه. هن دفعي بولس جي طرفان مون (ٿريسيا) ڏي خط لکي ڏي."

"ڇا؟" مون گرم ٿيندي چيو "تنهنجو دماغ ته خراب نه آهي؟"

"منهنجي حرڪت کي تون جيئن احمقانه سمجهين ٿو: تيئن ناهي محترم شاگرد." ٿريسيا جي لهجي ۾ گهٻراهٽ هئي.

"آءٌ توکان معافيءَ جي طلبگار آهيان. هو منهنجو دوست آهي. نه فقط دوست پر محسن ۽ سهارو پڻ آهي. جيئن مون (ٿريسيا) کي هڪڙي منڙي پياري دل آهي تيئن بولس کي به هڪڙي منڙي منڙي دل آهي. جيئن آءٌ هن کي ياد ڪريان ٿي تيئن هن کي به منهنجي ياد ستائيندي هوندي. اهو ئي سبب آهي جو آءٌ چوان ٿي ته بولس جي پاران (ٿريسيا) ڏانهن خط لک."

مون ڏٺو هن جو چهرو اداس هو. هن جون آڱريون ڏڪي رهيون هيون. ڦهريائين ته آءٌ منجهي پيس پر پوءِ جلد ئي معاملي کي سمجهي ويس.

"مائي ڳالهه ٻڌ!" مون مٿس واضح ڪندي چيو: "نه ته ڪنهن بولس جو وجود آهي ۽ نه ئي ڪنهن ٿريسيا جو. تون مون سان ڪوڙ ڳالهائي رهي آهين. تون مون کي گهڻو وقت پريشان نٿي ڪري سگهين. منهنجو ڪو به ارادو ڪونهي تنهنجي محبوب تي فضول وقت وڃائڻ جو- سمجهيئي؟"

۽ مون ڏٺو هوءَ اوچتو ڏڪي وئي ۽ مون ڪان پري ٿي ويٺي. هوءَ سواءِ

جاءِ ڇڏڻ جي پيرن کي هيڏانهن هوڏانهن ڪرڻ لڳي ۽ اندر ۾ پڙ پڙ ڪرڻ لڳي. جنهن مان ائين ٿي لڳو ته هن ڪجهه چوڻ ٿي چاهيو پر چئي نٿي سگهي. آءُ غور سان ڏسڻ لڳس ته آخر معاملو ڪٿي ٿو ختم ٿئي. مون کي جلدئي محسوس ٿيو ته، مون کيس خط نه لکي ڏئي سندس دل رنجائي آهي. مون کي پنهنجي رويي تي گهڻو ڏک محسوس ٿيو.

”محترم شاگردا!“ هن اوچتو ڳالهايو ۽ اهو چوندي هن هٿ لوڏيو ۽ دروازي ڏانهن وڌي ۽ ٻاهر نڪري ويئي.

مون کي پنهنجي رويي تي ڏاڍو ڏک ٿيو. مون محسوس ڪيو ته ڪيئن به، مون کي ائين نه ڪرڻ گهربو هو. هوءَ هلي ويئي پر منهنجو ضمير جهنجهوڙي ويئي ۽ منهنجو سڪون به پاڻ سان کڻي ويئي. مون کي لڳو ته مون عورت جو اپمان ڪيو آهي. بلڪ پنهنجو به اپمان ڪيو آهي. مون فيصلو ڪيو ته آءُ سندس گهر ويندس ۽ کيس ٻيهر پنهنجي گهر اچڻ جي دعوت ڏيندس ۽ هوءَ جيڪي ڪجهه لکائيندي سڀ لکندس.

آءُ سندس گهر ۾ داخل ٿيس. مون چوڌاري نهاريو. ڏٺم ته هوءَ ٽيبل جي پرسان گوڏن ۾ منهن پايو ويٺي هئي.

”منهنجي ڳالهه ٻڌ!“ مون چيو.

آءُ جڏهن به پنهنجين ڳالهين ۾ اهو جملو استعمال ڪندو آهيان ته ان ۾ پنهنجي حماقت لڳندي اٿم ۽ ڏاڍو شڪي ٿيندو آهيان. بهرحال.

”منهنجي ڳالهه ٻڌ!“ مون چيو.

هوءَ پنهنجي سيٽ تان اٿي. ڇمڪندڙ اکين سان مون ڏانهن وڌي ۽ منهنجي ڪلهن تي ٻيئي هٿ رکندي هوريان ڳالهائڻ شروع ڪيو. يا شايد پنهنجي مخصوص ٻڙي آواز ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو.

”محترم شاگردا ڏس!! اهو صحيح آهي ته بولس نالي ڪنهن نوجوان جو وجود ڪونهي ۽ اهو به صحيح آهي ته نه ئي ڪنهن ٽريسيا جو وجود آهي پر ڇا تون خط جا ٻه اکر لکندي لهي پوندين. تون سنو ڇوڪرو آهين ۽ ڪيڏو نه سنو لڳين جو تون منهنجي لاءِ خط جا ٻه اکر لکي سگهين.“

”مون کي معاف ڪر! آءُ اڳ ئي پنهنجي ڪيئي تي ڏاڍو شرمسار آهيان. پر اهو ڇا آهي؟ ڇا واقعي بولس جو ڪو وجود ناهي. جيئن تون چوين ٿي؟“

”ها ڪو بہ وجود ڪونهي.“ هن وراڻيو.
”ءِ ٽريسيا؟“ مون سوال ڪيو.
”ءِ نہ ئي ڪنهن ٽريسيا جو.“ هن جواب ڏنو.
”آءٌ ئي ٽريسيا آهيان.“
مون کي ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ آيو. مون هن تي اکيون کپائي ڇڏيون ءِ سوچڻ لڳس تہ اسان ٻنهي مان ڪنهن جو بہ دماغ ٺڪاڻي تي نہ آهي. هوءَ ٻيهر ٽيبل ڏانهن ويئي ءِ ڪا شيءِ هٿ ۾ ڪٽي واپس موٽي ءِ نهايت عاجزيءَ مان مخاطب ٿي چوڻ لڳي.
”جيڪڏهن توکي بولس ڏانهن خط لکڻ ۾ تڪليف ٿئي ٿي تہ هان هي وٺ تنهنجا لکيل خط آءٌ پاڻهي ٻين کان خط لکائيندس.“
مون ڏنو هن جي هٿ ۾ منهنجا بولس ڏانهن لکيل خط هئا.
”ٻڌ ٽريسيا!“ مون خفا ٿيندي چيو ”آخر هن سڄي ڊرامي ڪيڏڻ جو مطلب ڇا آهي؟ ڇا لاءِ تون ٻيهر خط لکائڻ چاهين ٿي. جڏهن تہ تو اڳيان لکيل خط بہ هيلتائين پوسٽ نہ ڪيا آهن؟“
”ڪيڏانهن موڪليان.؟“
”بولس ڏانهن،“ مون وراڻيو.
”چيم ڪو نہ تہ انهيءَ نالي سان ڪنهن بہ ماڻهوءَ جو وجود ڪونهي.“
مون کي سندس اها ڳالهہ بنهہ سمجهہ ۾ ڪو نہ آئي ءِ مون کي چڙ ڏيارڻ ءِ رواني ڪرڻ لاءِ ڪافي هئي. جيئن ئي آءٌ روانو ٿيڻ تي هوس هن جو آواز منهنجي ڪنن تائين پهتو.
”حقيقت ڇا آهي؟“ ٽريسيا جي آواز ۾ ڪمزورن واري هيٺائي هئي. ”آءٌ توکي ٻڌائڻ چاهيان ٿي تہ اهو سچ آهي تہ بولس نالي ڪنهن بہ نوجوان جو وجود ڪونهي.“ اهو چوندي هن پنهنجون ٻانهون ڊگهيريون، ڄڻ تہ هن کي خود بہ اهو سمجهہ ۾ نہ اچي رهيو هجي تہ، آخر ڇو اهڙي ماڻهوءَ جو وجود ڪونهي. ”پر مون چاهيو آهي تہ، هن جو وجود هئڻ گهربو هوءِ بلڪل هئڻ گهرجي...“ هن جو آواز جيئن پوءِ تيئن جهيڻو ٿيندو ويو. ”ڇا آءٌ باقي مخلوق وانگر انسان نہ آهيان؟ ها، ها، آءٌ ڄاڻان ٿي چڱي پر ڄاڻان ٿي. جيتوڻيڪ...... بولس ڏانهن خط لکائڻ ۾ ڪنهن کي بہ نقصان نہ پهتو آهي پر پوءِ بہ آءٌ ڏسان پيئي.......“

”معاف ڪجانءِ...... ڪنهن کي؟“

”يقينن بولس کي“

”پوءِ هن جو ته ڪو به وجود ڪونهي.“

”افسوس! صد افسوس!! پر ڇا تي پيو جو هو ڪونهي؟ هن جو ڪو به وجود ڪونهي؟ پر هن جو وجود ٿي سگهي ٿو!

آءٌ جو هن کي خط لکان ٿي ته ائين ئي لڳي ٿو ڄڻ هو موجود آهي. ۽ ٽريسيا.......... جيڪا آءٌ آهيان. هو مون کي جواب لکي ٿو. ۽ پوءِ آءٌ هن کي ٻيهر خط لکان ٿي.........“

اها ڳجهارت آخر مون پيچي ورتي ۽ مون پاڻ کي حد درجي جو نيچ انسان محسوس ڪيو. مون کي پنهنجي حرڪت تي ڏاڍو شرم محسوس ٿيو. مون کي هاڻ محسوس ٿيو ته، مون ڪان ٽن چئن وکن جي پنڌ تي، هڪ اهڙي مخلوق به رهي ٿي، جنهن جو هن دنيا ۾ ڪو به ڪونهي، جيڪو هن کي پيار ڏي. ۽ اُن مخلوق جيئڻ ڪاڻ ۽ پنهنجو پاڻ کي مطمئن رکڻ ۽ تسلي ڏيڻ لاءِ پنهنجو دل گهريو دلبر خود ايجاد ڪري ورتو آهي.

هوءَ مسلسل ڳالهائيندي رهي، ڄڻ ته ڪو درياهه اٿلي پيو هو.

”ڏس سائين تو مون کي بولس ڏانهن خط لکي ڏنو ۽ مون اهو خط، ٻي ڪنهن کي ڏنو ۽ ان اهو خط، مون کي پڙهي ٻڌايو ۽ جڏهن هن اهو خط پڙهيو ته، مون هن کي ڏيان سان ٻڌو ۽ مون کي ائين لڳو ته بولس موجود آهي ۽ مون تو کي عرض ڪيو ته، مون کي ٻيو خط لکي ڏي. جيڪو بولس جي طرفان ٽريسيا ڏانهن هجي. مون کي ڇڱي پر يقين آهي ته بولس هن دنيا ۾ موجود آهي ۽ اهو تصور منهنجي ڊگهي ۽ دکي زندگيءَ کي، سونهن ۽ سڪون بخشي ٿو.“

مون کي پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو ۽ مون پنهنجو پاڻ تي ملامت ڪئي. انهيءَ ڏينهن کان، مون هر هفتي ۾ ٻه خط لکڻ شروع ڪري ڏنا. هڪ خط ٽريسيا جو بولس ڏانهن، ۽ ٻيو بولس جو ٽريسيا کي جواب. آءٌ انهن خطن ۾، ٽريسيا جي معصوم جذبن ۽ سامايل سپنن کي، سٻاجهڙي ٻوليءَ جي سندر لفظن ۾، بيان ڪندو هوس....... هوءَ اهي لفظ غور سان ٻڌندي هئي...... ۽ روئندي هئي. ڳري آواز هئڻ جي لحاظ کان آءٌ چوندس ته هوءَ شينهن جيان گجندي هئي. ۽ منهنجي خطن لکڻ جي موٽ ۾ هوءَ منهنجي قميصن جا بٽڻ ٽاڪيندي هئي ۽ جوراب ۽ ٻين ڪپڙن کي چتيون هڻي ڏيندي هئي....... ۽

شايد هن قصي جي شروع ٿيڻ جي ٽن مهينن کان پوءِ، هن کي ڪنهن سبب جي ڪري، جيل ۾ وڏو ويو ۽ انهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ هن وقت هوءَ مري چڪي آهي.

منهنجي دوست سگريٽ جو ڦلو ائشٽري ۾ ڦٽي ڪيو. اُداس ۽ گهري سوچ سان آسمان ڏي نهاريو ۽ نتيجي تي پهتو.

نيڪ آهي هڪڙن انسانن، پاڻ کي سکي بنائڻ ۽ لطف اندوز ڪرڻ لاءِ بهتر طريقا ڳولي ڪڍيا آهن. ان جي عيوض ٻين انسانن کي، ڪين خوشيون ۽ سک ڏيڻ لاءِ بکون ۽ ڏک ڪاٽڻا ٿا پون. اسان پنهنجي وڏماڻهپي ۽ قابليت تي، ناز ٿا ڪريون ۽ اسان جي خودغرضي ۽ پيٽ ڀرڻ جي لاڙي جي نتيجي ۾، ٻين انسانن کي ڪشتو ڪٽڻو ٿو پوي ۽ مٿان وري سڄي دنيا کي اهو ڏيکارڻ تہ اسان خود ڪفيل آهيون. سمجهہ ۾ نٿو اچي. اسان جون اهي سموريون حرڪتون خوبصورت بيوقوفيون نہ پر ظالمانہ سازشون آهن. اسان جنهن کي اڇوت ڪلاس چئون ٿا. مان پڇان ٿو اڇوت ڪلاس ڪهڙو آهي! آءٌ ڄاڻڻ چاهيان ٿو ڇا انهي ڪلاس جي ماڻهن کي، پهريائين ساڳيا هڏا، ساڳيا عضوا ساڳيو رت، ۽ ساڳيون تنتون نہ آهن؟ اسان کي گذريل ڏينهن کان اڄوڪي ڏينهن ۽ اڳين نسل کان اڄوڪي نسل ذريعي، انسانيت ۽ اخلاقيات جو درس ڏنو وڃي ٿو. ۽ شيطان سڀ ڄاڻي ٿو تہ اصل حقيقت ڇا آهي. اسين انسانيت جي واعظ جي ڪري بگڙي چڪا آهيون. اسين جيڪي پاڻ کي، اوچي طبقي جا فرد سڏايون ٿا. حقيقت ۾ اسين ئي ڪريل ۽ اڇوت ڪلاس آهيون ۽ جيئن مون کي لڳي ٿو تہ اسين خود غرضي ۽ خود ڪفيليءَ جي، گهري کڏ ۾ ڪري چڪا آهيون. ۽ اسان خود پنهنجي احساس برتريءَ جي بيماري جو شڪار ٿي چڪا آهيون پر ان جي باوجود بہ، اها حقيقت ايتري ئي پراڻي آهي جيترا جبل ۽ ماٿريون ايتري پراڻي جو ان بابت ڳالهائيندي بہ شرم ٿو اچي. جيتوڻيڪ ايتري پراڻي آهي پر ها.... ان جو وجود پلا ڪٿي آهي؟

* * *

# گوري، گھاگھر ۽ گوندر

## رفائيل آرميئين

**مسافر** گھوڙي جي واڳ هٿ ۾ جهلي، پيادو هلي رهيو هو. گھوڙي کي ڏسندي لڳو ٿي تہ اهو گھڻو وقت طنبيلي ۾ بڌل رهيو هو ۽ گھڻي وقت کان ان تي، ڪنهن سواري نہ ڪئي هئي. رستي ۾، هن کي ريڊار ملي ويو. هو تازي چاول گھيٽي کي ڪڍائي رهيو هو.

”تنهنجو ڏينهن شل سٺو گذري، تون ڪيڏانهن پيو وڃين؟“ مسافر پڇيو.

”تنهنجو ڏينهن بہ شل سٺو گذري. آءٌ سرگيئڪ ڏانهن پيو وڃان،“ ريڊار گھيٽي جي ريشمي پُنيءَ تي هٿ ڦيرائيندي وراڻيو.

”تہ تون برفاني پهاڙن ۾ بهار ساڻ ڪٽيو پيو وڃين.“

”ڪهڙي بهار؟ آءٌ تہ پاڻ سان گھيٽو ڪٽيو وڃان.“

”گھيٽو بهار جو ٻيو نالو ئي تہ آهي.“

ريڊار هن عجيب غريب جواب تي مٿس ڪليو ۽ ڪيس وڏيڪ چتائي ڏسڻ لڳو.

”تون پنهنجي خبر ڪر؟ برفاني پهاڙن ۾ ڇا ٿو ڏيڻ وڃين؟“ هن چٿر ڪندي پڇيو. مسافر هن جي اکين ۾ ڪلي چٿر محسوس ڪئي، پر ڪو بہ جوابي حملو نہ ڪيو.

”ڪجهہ بہ نہ. اٿلو آءٌ اتان ڪجهہ نہ ڪجهہ پاڻ سان واپس آڻڻ چاهيان ٿو.“

”چا تون زميندار آهين؟“ ريڊار جي سوال ۾ اشتياق سمايل هو.
”نہ.“ مسافر ورندي ڏني.
”تہ پوءِ؟“
”مان گيتن جو ڳولائو آهيان.“
ريڊار انهيءَ جواب کي بيوقوفاڻو خيال ڪندي کلي ڏنو.
”هيلتائين بڌوَ تہ ڪنهن گيت گڏ ڪيا؟“
”ها پر اهي ڪري سگهجن ٿا.“ مسافر ٻي ڪنهن جا خيال پنهنجن لفظن ۾ چيا. ”توکي گيتن جي تلاش ڪرڻ گهرجي، شايد ئي توکي سڌ هجي تہ تنهنجي ٿيلهي ۾ ڪيترا گيت لڪل هجن.“
”آءٌ تنهنجو مذاق سمجهان ٿو. منهنجي ٿيلهي ۾ آخر گيت ڇو هوندا؟ منهنجي ٿيلهي ۾ تہ فقط پنير، ماني ۽ نديءَ جي ڪپ تي ڦُٽندڙ سائو ڦوڏنو آهي.
مسافر مرڪي ڏنو.
ريڊار گهيٽي کي زمين تي ڇڏي ڏنو ۽ ٿيلهو کولڻ لڳو. گهيٽو ٽينگ ٽپا ڏيڻ لڳو. بهار ڪيڏي نہ وڻندڙ مست ۽ روح کي جوان ڪندڙ هئي! بهار پنهنجين ٽنگن کي ڦهلايو ۽ پوءِ پنهنجو ننڍڙو ڪنڌ هيٺ ڪيو ۽ پنهنجن پيرن جي هيٺان منهن لنگهائي گاهہ کائڻ لڳو.
”هلي آ، هتي ويهہ اسين ٻيئي گڏجي سرگئيڪ هلنداسين.“ ريڊار چيو. ”پنير ۽ ڦوڏنو اسان کي تازگي ڏيندو هلندو.“
ٻيئي پيادا هلڻ لڳا. هنن گهيٽي کي پاڪڙي سان ٻڌل ٿيلهي ۾ وڌو ۽ ان جو منهن ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. اهي سرگئيڪ شام جو پهتا. ڳوٺ کان ٻاهر سندن رستو هڪ رڍن جي ڌڻ بلاڪ ڪيو. گهيٽو رڍن جي ڌڻ کي ڏسي درد مان ٻاڪارڻ لڳو. سمورو ڌڻ اڳتي نڪري ويو پر هلڪي رنگ واري رڍ بيهي رهي ۽ پريشان نظرن سان هيڏانهن، هوڏانهن نهاريائين ۽ پيڙا وچان ٻاڪارڻ لڳي.
”فقط اها ماءُ جنهن کان پنهنجو ٻار وڇڙي ويو هجي، هڪ يتيم جي دانهن ۽ پيڙا کي سمجهي سگهي ٿي.“
”ها،“ ريڊار هن سان متفق ٿيندي چيو.

”سدائين ائين ٿيندو آيو آهي ۽ سدائين ايئن ٿيندو رهندو“ ”تون ته گيتن جي ڳولا ۾ نڪتو آهين؟“ هن اوچتو سوال ڪيو. هن وقت سندس آواز ۾ نه اها حيرت هئي ۽ نه ئي ڪا چٽر سمايل هئي.

”هوڏانهن ڏس!“ ريبدار روڊ جي ور تي تهيل گهر ڏانهن اشارو ڪيو. ”ماڻهو هتي پنهنجي سانگي جو انتظار ڪندا آهن. گهر ڌڻين پنهنجو گهر روڊ جي پرسان انهيءَ ڪري اڏيو آهي ته جيئن ڪو آڏي مانجهي موٽندڙ مسافر رات جا چار پهر ٽڪي سگهي. گهر جي مالڪڻ پوڙهي عورت جو پٽ پرڏيهه ويل آهي. هن پنهنجي ننهن کي چئي ڇڏيو آهي ته پنهنجي گهر جا دروازا هميشه کليل رکجانءِ ته جيئن پٽڪيل مسافر هتي آرام ۽ سڪون ماڻي سگهن.“

ريبدار ٿيلهو پاڪڙي مان ڪڍي پنهنجن ڪلهن تي ڪيو. تنهن کان پوءِ هن پنهنجي همسفر کي خدا حافظ چيو ۽ روانو ٿي ويو. ٿوري وقت گذرڻ کان پوءِ مسافر اچانڪ پويان نهاريو. ڏور بنهه ڏور هن کي ميرانجهڙي شام ۾ اچي ٽپڪي ڏيکائي ڏني. اهو گهيٽو هو جيڪو دل ڏاريندڙ ٻاڪارون ڪري رهيو هو ۽ هڪ دفعو وري گهيٽو اوندهه ۾ گم ٿي ويو. بهار اوندهه ڳڙڪائي ويئي ۽ هن کي سندس پيڙا وڌندڙ محسوس ٿي.

مسافر ڳوٺ ۾ اڏيل پٿرائين گهر ۾ رات گذارڻ لاءِ ٽڪيو. پوڙهي عورت جي ننهن، گهوڙي کي طنبيلي ۾ ٻڌو ۽ مسافر کي پاڻي آڻي ڏنو. جڏهن هن هٿ منهن ڌوئي ورتو ته گهر جي مالڪڻ پوڙهي عورت، کانئس پڇيو. ”اسان تنهنجو بسترو ڪٿي لڳايون.“

”ڇت مٿي.“

”جيئن هو چوي ٿو تيئن ڪر.“ هن پنهنجي نوجوان ننهن کي چيو.

”بستري جي تڪليف نه ڪريو. مون کي سڪل گاهه آڻي ڏيو. آءُ گاهه تي سمهڻ وڌيڪ پسند ڪريان ٿو.“

پوڙهي عورت حيرت وچان ڏانهنس نهاريو ۽ مٿي سڏ ڪيو. سڏ تي جيئن ئي سندس ننهن هيٺ نهاريو، هن چيو ”هيلتائين ڪنهن ٻڌو ته آرمينين خاندان آيل مهمان کي گندو يا خراب بسترو ڏنو؟“

پوڙهي عورت جي ننهن هڪ ٻئي جي پٺيان هيٺ چاريدار چادرون

اڇليون. انهن مان هڪ تي اوپر جي ديو- پري جي آڪاٽي، بادامي رنگ ۾ اڪريل هئي. هن کي ائين لڳو ڄڻ بادامن ۾ امر ڦل جا داڻا روشن ڏرتيءَ تي وکري ويا هجن. مسافر پنهنجو هٿ چادر مٿي گهمايو. هن کي ان ۾ پنهنجي نَنڍپڻ جو ڇهاءُ محسوس ٿيو. هو انهن چادرن تي ڇپيل انڊلٺي رنگن کي ڏسندي ڪڏهن بہ نہ ٿڪندو هو. ۽ انهن چادرن تي اڪريل گيت، نرم ۽ نازڪ ڇيلهہ واريون جوانيون ۽ اڻ ڪٽ روڍن تي گهمندڙ باداميـن اکيـن واريون ڇوڪريون چير ڪري سندس دل ۾ گهڙي ويندڀون هيون ۽ اهو چير ٻاهران ريٽجي، ڪين هميشہ لاءِ سندس جسم ۾ محفوظ ڪري ڇڏيندو هو.

هو خانقاهہ جي ديوارن جي ٻاهران انهن ماڻهن سان بہ مليو هو، جيڪي ترڪ قتلام کان بچي نڪتا هئا ۽ هن هڪ پيرو وري اهي چادرون ڏٺيون هيون. جيڪي هينئر بہ بدقسمت پناهگيرن کي ويڙهيل هيون. پر بادامي رنگ تي ڇٽيل نقش ڪيس زياده دير تائين ديو- پريءَ جي آڪاٽي ۾ گم نہ ڪري سگهيا. پر ان جي بدران انهن چادرن تي اڪريل نقشن ڪيس ”جينسري“ جا لانگ بوٽ ياد ڏيارڀا. جيڪي هر وقت هن جي دل کي لتاڙڻ لاءِ تيار هوندا هئا. انهيءَ دل کي جيڪا هن جي ڌرتي ماءُ هئي. هاڻ هن پنهنجو هٿ چادر تي ائين گهمايو ڄڻ تہ هو انهن نامراد بوٽن جي نقشن کي ميسارڻ چاهيندو هجي.

”ڇا تون حجاب ٿو ڪرين؟“ پوڙهي عورت ڏکوئيل آواز ۾ چيو.

”ٺيڪ آهي...... پر ........... دراصل مون کي بستري تي سمهڻ جي عادت ڪونهي.“

”جيڪا تنهنجي مرضي.“ هوءَ تنهنجي لاءِ گاهہ آڻي ٿي. اهو ٻڌندي نوجوان عورت ڪمري مان ٻاهر نڪري آئي. چوطرف خاموشي ڇانيل هئي. سواءِ هڪ تڏ جي چر چر جي آواز جي. اوچتو هڪ ڪوئو ٽپ ڏيئي ڇت جي سوراخ مان نڪري چانڊوڪيءَ ۾ هليو ويو.

پوڙهي عورت مهمان جي اڳيان ڊبل روٽي ۽ ڦيڏر (ڦتل کير) مان ٺهيل سوپ ۽ پڪل ماني آڻي رکي ۽ کيس ويهڻ لاءِ چيو.

”تون ڪٿان آيو آهين؟ ڪير آهين؟ ڪنهن جو پٽ آهين؟“ پوڙهي عورت هڪ ٻئي پٺيان يڪا سوال ڪري ڏنا.

مسافر مانيءَ کي پيالي ۾ آهستي آهستي پور پور ڪيو: ”آءٌ آرمينين آهيان.“ هن سوپ ۾ چمچو هلائيندي چيو.

”مون کي بہ ائين لڳو ٿي.“

”آءٌ ڪيوتائي کان آيو آهيان. گيورڪ سوگومن جو پٽ آهيان. منهنجو نالو ڪوميتاس آهي. ۽ آءٌ پادري آهيان.“ هن جي هڪ ساهيءَ ۾ هڪ ئي سر ۾ جوابن تي پوڙهي عورت کي مٺس شڪ پيو.

”تون ڪهڙي قسم جو پادري آهين. ايستائين جو جبو بہ ڪون تو پائين؟“

”آءٌ هتي عبادت لاءِ نہ پر گيت گڏ ڪرڻ آيو آهيان.“

هو پڪ ڪوڙ پيو ڳالهائي. پوڙهي عورت خيال ڪيو ”گيت ڪا ڪٽڪ تہ ناهي جو ان کي ميڙي گڏ ڪجي.“ هن چيو ۽ اهو چوندي ڪيس گهوري نهارڻ لڳي. هوءَ ڪيس ائين گهوري نهاري رهي هئي ڄڻ هن ڪو وڏو ڏوهہ ڪيو هجي. هن ڪيس ڪو بہ جواب نہ ڏنو ۽ ڪاٺ ۾ ئي رڌل رهيو.

”جيڪڏهن تون واقعي پادري آهين تہ منهنجي پٽ لاءِ دعا گهر“ هن بنا ڪجهہ سوچڻ جي چيو.

ڪوميتاس هائوڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو ۽ پيالي ۾ چمچو هلائڻ لڳو. پيالي مان چمچي جي هلائڻ جو آواز ٻرڻ لڳو. پوڙهي ماءُ جي جهور اکين مان لڙڪ لڙي، ڳلن تي ڳڙڻ لڳا.

”هو پرديس ويل آهي. اها ويل ۽ هيءَ ويل هن جو ڪو بہ نياپو نڙو يا ڏس پتو ڪونهي.“ لفظ هن جي گلي ۾ اٽڪي پيا. هوءَ جهيڻي ۽ گهٽيل آواز ۾ ڳالهائڻ لڳي.

”منهنجي ننهن هن جي اوسيئڙي ۾ جيئن پوءِ تيئن اجهامندي ۽ ڳرندي ٿي وڃي. هوءَ گهاگهر ڪٽي پهاڙن ڏي نڪريو وڃي ۽ چشمي پر ويهي رستن ڏانهن آسوند اکين سان سندس واٽون نهاريندي ٿي رهي.“

ڪاٺ جو چمچو اوچتو پيالي ۾ ڪري پيو.

”هو هينئر ڪٿي آهي!“

”مون کي باڪو کان سندس هڪ خط پهتو هو. جنهن ۾ ڄاڻايو هئائين تہ هو سرءُ جي مند ۾ اچي رهيو آهي، سرءُ ويو، سيارو آيو. مٿان بهار

بہ اچي ويئي پر هو نہ موٽيو آهي!“

لڙڪ لڙندا هاڻ سندس ڪاڏي تي اچي پهتا هئا. پادري چمچي ڪي ڪيڻ جي ڪوشش ڪئي پر اهو پاٽيءَ ۾ ٻڏي چڪو هو.

”آءُ هن لاءِ ضرور دعا گهرندس. مون ڪي سندس نالو ٻڌايو. مون ڪان جيترو ٿي سگهيو ڪيس ڳولي اوهان ڪي خط جي ذريعي ڄاڻ ڪندس.“

”مون ڪي هاڻ پڪ آهي تہ جيڪڏهن تون پادري ناهين تہ بہ خط ضرور لکندين.“

”پر خدا گواہ آهي تہ آءُ پادري آهيان.“

”تہ پوءِ لک: آندرانڪ ٽيڪيڪائن پٽ مئناس“

ڪوميتاس پنهنجو موسيقيءَ جو ڪتاب ڪوليو ۽ ان ۾ نالو درج ڪيو.

”هٿ ڇو روڪي ڇڏيئي. ڇا توکي اسان جو رڏو ڪو نہ ٿو وڻي؟“

”نہ ائين ناهي، دراصل مون ڪي ايتري بک ڪونهي“ ڪوميتاس ورندي ڏني.

هاڻ رات ٿي چڪي هئي. تارن ڀريو آسمان ڏور تائين پهاڙن مٿان ڇپر جيان بيٺو هو. ڇت تي ڏيئو ٻري رهيو هو ۽ نوجوان عورت سندس بسترو وڇائي رهي هئي. ڪوميتاس گوڏن ڀر ويهي رهيو. پوڙهي عورت بہ ان جي ڀرسان ويهي رهي.

” اوٻاجهارا ڏٽي! ڀٽڪيلن ڪي پنهنجي امان ۾ رک.“ ڪوميتاس ڏٽيءَ ڪي ٻاڏائيندي چيو.

”شل ائين ئي ٿئي.“ پوڙهي عورت چيو.

نوجوان عورت اٿي ڏيئو ڪنيو. هن ڪي ٻرندڙ ڏيئو اڀ ۾ چمڪندڙ تاري جيان لڳو. هوءَ ڏاڪڻ لهي هيٺ آئي ۽ انهن وٽ روشني آندائين ۽ تارا آسمان ۾ ئي ٽمڪندا رهيا.

نوجوان عورت جو چهرو اَويساهيءَ جي شعلي سان ٻري پيو ۽ چوڏس ڦهليل اونداهيءَ ۾ روشني ڦهلجي ويئي. هن جون اکيون هرڻ جيان گهريون هيون. ڀرون ڀنئور جهڙا ڪارا وار واسينگن جهڙا ۽ ڳلن ۾ خوبصورت ڇُگهہ هئا.

”تون ڪنهن لاءِ دعا گهري رهيو آهين؟“ نوجوان عورت پڇيو.
”ان سان تنهنجو تعلق ناهي. تون اندر هلي وڃ“ پوڙهي عورت حڪم جي انداز ۾ چيو.
”اوباجهارا ڏٽي! پيٽڪيلن کي پنهنجا امان ۾ رک.“ هن ساڳيا لفظ دهرايا.
”خدا تنهنجو سڏ ڪو نہ ورائيندو. ڀلا پوڙهي بہ ڪڏهن ٻڌو؟“ نوجوان عورت چيو. ڪوميتاس کي سندس اکين ۾ چٽر نظر آئي. ”هن هيلتائين ڪنهن جي بہ ناهي ٻڌي ۽ نہ ئي هاڻ ڪنهن جي ٻڌندو.“
”مون توکي چيو تہ اندر هلي وڃ“ هن رڦندڙ آواز ۾ سختي آڻيندي چيو ”خدا هر ڪنهن جي ٻڌي ٿو ۽ ها ڪنواري مريم جي پڻ.“
”تون خدا کي ڇو ٿي ٻاڏائين؟ جيڪڏهن هو ايتروئي سٺو هجي ها. تہ هو پنهنجي زال کي ايترو دکي نہ ڪري ها ۽ نہ ئي ڪانئس پٽ جدا ڪري ها.“
”مريم جي شان ۾ ائين ڳالهائڻ گناهہ آهي. ڪنواري مريم کي زال سڏڻ نہ گهرجي. شل خدا اسان کي معاف ڪري.“
”ڇا تون سمجهين ٿي تہ آءٌ بہ زال آهيان؟ اندرانڪ پرڏيهہ ويل آهي. جيڪڏهن تنهنجو خدا ايترو مهربان آهي تہ هن مون کي بنا مڙس جي ٻار پيدا ڪري ڇو نہ ڏنو؟ ڇا مريم مون کان بہ خوبصورت هئي؟“
ڪوميتاس هن ڏانهن نهاريو. آسمان ۾ چمڪندڙ تارن جيان سندس منهن ڏيئي جي ٽمٽڪندڙ روشنيءَ ۾ ٻري رهيو هو. هوا ۾ سندس وار باهہ جي اُلن جيان اٿي رهيا هئا. سندس پروئن جي هيٺان رکي رکي هلڪا هلڪا شيڊ اڀري رهيا هئا. ڏيئي جي روشني سندس گهرين اکين سان ٽڪرائجي موٽ کائي رهي هئي ۽ سندس ڳلن ۾ پيل چگهہ ڪيڏي مهل اونداها تہ ڪيڏي مهل روشنيءَ سان ٽمٽار ٿي ٿي ويا. سندس مٿئين چپ تي پيل سونهري لڪير اونده ۾ ٻري رهي هئي.
”تو اسان جي بيعزتي ڪئي آهي. اندر هل“ پوڙهي عورت ڪيس هٿ مان جهليندي چيو.
هاڻ ڪوميتاس اڪيلو رهجي ويو ۽ آسمان ڏي نهارڻ لڳو. هو

انهن ڀڄڪيلن بابت سوچي رهيو هو جيڪي جيون جي اڙانگن پيچرن ۾ ورن وڪڙن ۾ رلي ويا هئا ۽ هيلتائين واپس نہ موٽيا هئا ۽ پويان پنهنجا گهر، اباڻي ڏرتي ڇڏي ويا هئا. هر شئي خاموش هئي، چوڌس ماٺ ئي ماٺ هئي. پوءِ بہ هن کي محسوس ٿيو تہ ڪوئي دانهون ڪري رهيو هو: 'پنهنجي ڌرتيءَ کي ڇڏي پرڏيهہ نہ وڃ. ڇو ٿو چوين تہ پنهنجي جيجل ڌرتي ننڍي آهي، ڌرتي ماءُ ننڍي ناهي پر ان جو اولاد پاڻ کي ڪمزور ٿو سمجهي، پنهنجي گهرن کي خير آباد نہ چئو! فاتح گهڻي وقت تائين رهي نہ سگهندو. هن کي هر حالت ۾ موٽڻو ئي پوندو.“

اڳ جيئن هر شيءِ خاموش هئي سواءِ ڏکيءَ جي رنپ ۾ ڪتي جي ڀونڪن جي. جيڪي پري ڪان اچي رهيون هيون.

هو اڪثر جڏهن اڪيلو هوندو هو تہ پنهنجو پاڻ سان ڳالهائيندو هو. اهڙي وقت ۾ سندس رڍ جي ڀوت جيان سوڙهي چهري تي گنڀيرتا ڇانئجي ويندي هئي. هن جون اکيون گهرائيءَ ۾ ٻڏي ويندڻون هيون ۽ دماغ خيالن جي پاتال ۾ پيهي ويندو هو. ان وقت هو پنهنجا چپ، ايترو تہ زور سان ڀڪوڙيندو هو جو اهي لال ٿي ويندا هئا. ائين ڪندي هو مايوس ٿي ويندو هو. ۽ پوءِ رکي رکي اميدون ڀڙڪيلي شعلي جيان سندس اکيان تجلا ڏيئي ٻرنديون هيون ۽ هو پنهنجو پاڻ مرڪي ڏيندو هو. اهڙن موقعن تي ماڻهو پادريءَ ڏانهن حيرت وچان نهاريندا هئا ۽ ڪوميتاس انهن کي سالم دماغ سان خطاب ڪندي چوندو هو: ”مون کي اداس پائي اوهان کي حيرت نہ ڪائڻ ڪپي! توهين پڪ ڄاڻو تہ ان جي پويان ضرور ڪو نہ ڪو سبب هوندو. يقينن ڪا ڳالهہ هوندي. پر گهڙي پل ۾ آءٌ جڏهن پنهنجو پاڻ مرڪي ٿو ڏيان تہ اوهين گهٻرائجي ٿا وڃو. منهنجا دوستو پنهنجون خوشيون بچايو.“

خيال هن جي دماغ کي گهيري ويا. ڪوميتاس گهر ڏانهن نهاريو. پوڙهي عورت دروازي وٽ بيٺي هئي.

”فادر! هن ڏي گهوري نہ نهار. هوءَ اجان جوان آهي ۽ سمجهي ٿي تہ خدا ڪيس وساري ڇڏيو آهي. شل خدا منهنجي پٽ ۽ منهنجي ننهن تي رحم ڪري. ڇا تون منهنجي پٽ لاءِ دعا نہ گهرندين؟“

ڪوميتاس گوڏن ڀر جهڪيو پر هن دعا نہ گهري، هو خاموشيءَ سان آسمان ۾ گهوري نهارڻ لڳو. هن جا خيال خدا ڏانهن نہ پر هن جي مخلوق ڏانهن هليا ويا. پوڙهي عورت ٿوري ٿوري وقفي ڪان پوءِ جهيڻي آواز ۾ آمين جا لفظ دهرائي رهي هئي. پر هو پنهنجن خيالن ۾ ايترو گم هو جو ٻڌي نہ ٿي سگهيو.

هاڻ هو حقيقت ڏانهن موٽي آيو.

”آمين.“ پوڙهي عورت چيو.

”آمين.“ هن دهرايو

ٻيئي اُٿيا.

”تہ تون هتي گيت گڏ ڪرڻ آيو آهين؟ منهنجي ننهن ڳائڻ ڪو نہ ڄاڻي، هتي جون نوجوان عورتون لڄاريون آهن. شايد اهي کيتن ۾ فصل لڻڻ وقت هيڪلائيءَ ۾يا رات جي خاموشيءَ ۾ جڏهن هرڪو گهري ننڊ ۾ ستل هوندو آهي، ڳائيندڙيون هجن.“

”نوجوان عورت بتي کڻي آئي.“

”ڏسي اچ، ڇت تي پادريءَ کي ڪا تڪليف تہ نہ آهي.“ پوڙهي عورت چيو.

هوءَ لالٽين کڻي ڏاڪڻ چڙهڻ لڳي، روشني پوڻ سبب ڪاٺ جا ڏاڪا ٻري ٿي پيا.

”ڇا تون ڳائيندي آهين؟“ ڪوميتاس هن جي ويجهو پهچڻ مهل هڪدم چيو.

هن ڪو بہ جواب نہ ڏنو.

”تنهنجو نالو ڇا آهي؟“

هينئر بہ هن ڪو بہ جواب نہ ڏنو.

”مون کي تنهنجي واتان گيت ٻڌي ڏاڍي خوشي ٿيندي.“

هن لالٽين ڇت تي رکي ۽ تڙتڪڙ ۾ هيٺ لهي آئي: ڇت تي، هو اڳڻ ۾ نوجوان عورتن، پوڙهي عورت ۽ سندس نٽان جي وچ ۾ ٿيندڙ گفتگو ۽ انهن جا کليل ٽهڪ چٽا ٻڌي سگهيو ٿي.

”تو ضرور هن کي ٻڌايو هوندو تہ تنهنجو نالو ارڪناز آهي ۽

تنهنجو مڙس پرڏيهه ويل آهي. جيڪو هيل تائين ناهي موٽيو.“
”هن بابت ان قسم جون ڳالهيون نه ڪر.“ پوڙهي عورت ڳالهه وچ ۾ ڪٽيندي چيو.
”چو نه! هوءَ گهاگهر ڪٽيو پهاڙن ڏانهن نڪريو وڃي ٿي ۽ چشمي پر ويهي رستن ڏي آسوند اکين سان آندرانڪ جي واٽ نهاريندي رهي ٿي. هوءَ نه مريم ڪي مڃي ٿي ۽ نه ئي خدا ۾ ڀروسو اٿس.“
ڪوميتاس ڪي انهن تي ڪاٻه ڪاوڙ نه آئي پر هن ڪي ارڪناز تي ڏاڍو رحم آيو.
”ارڪناز ڪي ٻتي ڪٽڻ لاءِ مٿي موڪل.“ انهن مان هڪ عورت چيو ۽ ٻين ڪلي ڏنو. سندن ٺهڪ دروازي سان ٽڪرائجي واپس آيا. دروازو کليو ۽ روشنيءَ جا ترورا ٿوري دير لاءِ ظاهر ٿي، اوندهه ۾ گم ٿي ويا. ۽ پوءِ وري خاموشي ڇانئجي ويئي.
ڪوميتاس ٻانهن تي ڪنڌ رکي ليٽڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هن ڪي ننڊ نه آئي. هن حواس ڪٺا ڪري، آس پاس ڏيان ڏنو. انهيءَ اميد تي ته من ڪو گيت ڳائي: ڪو دير سان موٽندڙ مسافر يا ڪا ماءُ ٻار ڪي گود ۾ ڪڏائيندي يا ڪا ڇوري يار جي اوسيئڙي ۾. پر هن ڪي گيت ڪوبه ٻڌڻ ۾ نه آيو.
”ڪوميتاس هو تنهنجي ڇوڙ تي ڪڏهن به گيت نه ڳائيندا. گيت ٻڌڻ لاءِ ته توکي لڪي اچڻو پوندو.“ هن دل ئي دل ۾ خيال ڪيو.
ڇا هو انهن نوجوان عورتن جي پويان وڃي سگهيو ٿي جيڪي مال چاري رهيون هيون. انهن هن ڪي ڏنو پي. پر جي هنن نٿي به ڏنو تڏهن به انهن ڪي ڳائيندي ٻڌي نٿي سگهيو. شايد انهيءَ ڪري ڪنهن پرڏيهيءَ جو خيال آهي ته ”هن ڌرتيءَ تي گيت ڇاوا ئي ڪونهن.“ پر ڇا اهڙو به ڪو ماڻهو هوندو جنهن وٽ گيت نه هجن. هن ڪي گرجا ۾ ٿيل اهي بحث ياد پيا. مانڪ دعوي سان چيو ٿي ته ڪمانچو ۽ تارا هن ڌرتيءَ جي پيٽ ۾ جنم ورتل ساز ئي هئا. ۽ انهن مان نڪرندڙ مخصوص آلاپ، هن ڌرتيءَ جا ئي گيت هئا جيڪي پيڙا، درد ۽ روحن جي گرميءَ سان ٽمٽار هوندا هئا.
”پرڏيهين ڪي ڀلا اسان جي ڪلا جي کهڙي ڄاڻ؟“ هو سوچڻ جي

ساگر ۾ لڙهي ويو: ’اسان جي روحن جو راز اسان جي آرڪيٽيڪچر ۾ دفن ٿيل آهي، اسان جا عبادت گاهه سادا پر اجان بہ طاقتور آهن. اسان جا گيت ساڳيائي آهن. اهي ئي شوخ ۽ اگهاڙي حسن جيان اڻ سينگاريل.‘

هو گرجا جي ٻاهر آيو. ڳوناٽي گرجا جو اوچو منارو نيري آسمان جي سامهون، سينو تاڻيو بيٺو هو. ان جو قد بهڻ جي وڻ کان بہ اوچو لڳي رهيو هو. هاڻ هو ڪجهہ بہ سوچي نہ رهيو هو. هن جون اکيون بند ٿي ويون هيون ۽ هن جي چپرن جي هيٺان، ڪاراڻ هزارن ڪارن ٽيڪن جيان، ائين ڏيکائي ڏيئي رهي هئي جڻ، ڪنهن اٽڃاتل هٿ چؤطرف ٽِر هاري ڇڏيا هجن. شايد اهو ئي سبب هو جو اونداهہ جيڪا هن کي ويڙهي ويئي هئي، ڪيس لامحدود ۽ بي انت لڳي.

هو اسرويل اٿيو. هن جي تڏي جي پرسان، تڏ چر چر ڪري رهي هئي. تڏ يقينن سڄي رات چر چر ڪري رهي هوندي. پر شايد پنهنجين سوچن ۾ گم هئڻ سبب هو ٻڌي نہ سگهيو هوندو.

پوڙهي عورت واڙو کوليو رڊ نيڱ ٽپا ڏيندي نڪتي ۽ مينهن جي پنيان هلڻ لڳي. ان ويل آسمان ائين لڳي رهيو هو جڻ تہ، ڪنهن مٿس نيري مس هاري ڇڏي هجي، جنهن کي ڪڏهن بہ ميساري نہ سگهجي.

مينهن گاهہ چري ڪنڌ ڌوڻيو ۽ ڊڪڻ لڳي.

”ارڪناز مينهن ٻاهر نڪري ويئي آهي!“ پوڙهي عورت رڙ ڪئي.

ارڪناز مينهن کي ورائي وٺاڻ ۾ بند ڪيو ۽ گهاگهر ڪٽي ٻاهر نڪري ويئي.

”تون اسر مهل پاڻي ڀرڻ ڇو ويندي آهين؟“

”آندرانڪ بہ اسر مهل سفر هليو هو.“

ڪُڏ واري ڪنهڙي جي سوراخن مان هو پهاڙ ڏانهن ويندڙ رستو ڏسي سگهيو پئي. گهاگهر ڪوهيڙي ۾ نيري نظر اچي رهي هئي ۽ هوءَ جيئن جيئن جبل تي چڙهي رهي هئي، تيئن تيئن گهاگهر سندس جسم جو هڪ حصو بنجندي ٿي ويئي. گهڙي پل لاءِ ڪوميتاس کي ائين محسوس ٿيو جڻ اهو پيار وندبيندڙ دلين جو ڪو جوڙو هو، جن جا منهن هڪ ٻئي ڏانهن جهڪيل هئا ۽ جيڪو ٿوري پنڌ تي جبلن ۾ گم ٿيندڙ چشمي ڏانهن وڃي

رهيو هو ۽ تنهن کان پوءِ هن کي لڳو تہ ڄڻ هن کو گيت ٻڌو آهي يا کو گيت ضرور ٻڌندو.

”هن گهاگهر کنئي ۽ پاٽي پرڻ لاءِ چشمي ڏانهن نڪري ويئي.....“

شايد هن اهو ئي گيت پهاڙن جي گود ۾ پلجندڙ وادين ۾ ٻڌو هو. پر ڪٿي ٻڌو هو؟ اهو هن کي ياد نہ پيو. هر هنڌ جوان ڇوريون ڇيلهہ تي گهاگهرون کڻي پاٽي پرڻ لاءِ نڪرنديون هيون ۽ هر هنڌ الڙ جوانيون پنهنجن پيارن جي ڳولا ۾ نڪرنديون هيون. جن مان ڪي جيون جا موتي پري موٽنديون هيون تہ ڪي لڙڪن سان تمتار گهاگهرون ساڻ ڪري واپس ورنديون هيون.

سج اپرڻ ۾ ٿوري ئي ڪا اوير هئي. ڳوٺ پهاڙن جي گود ۾ اڏيل هو. ڇت مٿان هو چشمي ۽ ان ڏانهن وڌندڙ ارڪناز کي ڏسي سگهيو پئي. ڪوميتاس پنهنجي ٿيلهي مان ڪٽڪ جا داٽا ڪڍيا. رستو چشمي ڏانهن ور وڪڙ کائيندو وڃي رهيو هو ۽ جبلن ۾ گم ٿيندو ٿي ويو. هاڻ هو چشمي کان اپرندڙ آلاپ جيان اونائي رهيو هو. ارڪناز ڳائي رهي هئي:

”هن گهاگهر کنئي ۽ پاٽي پرڻ لاءِ چشمن ڏانهن نڪري ويئي.......“

هن گيت ڪهڙين وادين ۾ جنم ورتو هو؟ ان جي هن کي بہ خبر نہ هئي. هر جڳهہ هر هنڌ، هر ڪنهن پنهنجي پنهنجي پرينءَ کي ڳوليو هوندو. جن مان ڪن خوشي ماٽي هوندي تہ ڪن ڪجهہ بہ نہ!

ڪوميتاس پنهنجو موسيقيءَ جو ڪتاب کوليو ۽ ان ۾ تڪڙو لکڻ لڳو. هن اڌ بند اڪين سان لکيل بند ڳايو ۽ وري رستن ڏانهن ڏسڻ لڳو. جيڪي ٿورو هلڻ کان پوءِ گم ٿي ٿي ويا ۽ هن کي لڳو تہ ڄڻ هو ارڪناز کي پنهنجي مڙس کان موڪلائيندو ڏسي رهيو هجي. هوءَ پيرين اگهاڙي هئي ۽ هن جا سج جيان سونهري پير ماڪ پنل هئا. هن کي لڳو تہ ڄڻ سج سندس سونن ايرينگن ۾ چمڪي رهيو هجي. سندس ڳلن ۾ چگهہ هئا ۽ سندس پرونئن ۾ وونگ پيل هئا.

”جلدي خط لکجانءِ ۽ ها جلدي موٽڻ جي ڪجانءِ.“ ارڪناز هوريان چيو.

جڏهن تقلق پکي واپس ورندو آهي تہ بارڙا ڇت تي نچندي ٽپندي

چوندا آهن تہ تقلق پڪي وري موٽي آيو. ”ها..... آءٌ بہ وري موٽي ايندس.“ اندرانڪ تسلي ڏيندي چيو.

اندرانڪ سفر تي هليو ويو ۽ ارڪناز چشمي پر گھاگھر چيلهہ تي ڪنيو بيٺي رهي.

ڪوميتاس کي لڳو تہ ڄڻ اهو سڀ ڪجهہ هاڻي ئي ٿيو هجي. بلڪل هينئر هن جي سامهون ارڪناز پنهنجي ور کان موڪلايو هجي. ۽ هاڻ ئي آندرانڪ سفر تي اسهيو هجي ۽ ور وڪڙ کائيندڙ رستي ۾ گم ٿي ويو هجي.

”فادر! ارڪناز پاٽي پري آئي آهي. ڇا توهان وهنجڻ پسند ڪندين! ؟“ پوڙهي عورت جو آواز کيس خيالي دنيا مان ڪڍي اصلي دنيا ۾ ڪٺي آيو. هو ڏاڪڻ لهي هيٺ آيو ۽ ٻاهر هٿ منهن ڌوئي اندر داخل ٿيو.

نوجوان عورت سندس گھوڙو طنبيلي مان ڇوڙي ٻاهر آندو. ڪوميتاس سيني کان موڪلايو. جيئن ئي هو لانگ وارئي گھوڙي تي چڙهيو، پوڙهي عورت جو آواز هن جي ڪنن تائين پهتو. ”فادر ڇا توهان آندرانڪ کي خط لکندين؟! ۽ ان ۾ کيس اسان ڏي خط لکڻ لاءِ چوندين!؟“

ارڪناز ڪجهہ بہ نہ ڳالهايو. هو پنهنجي سس جي پرسان خاموش هيٺ ڪنڌ لاڙي زمين ۾ گھوريندي رهي.

”جيئن ئي مون کي هن جو جواب آيو، آءٌ اوهان جي ڳوٺ جي چرچ ۾ اچي شڪريئي جي دعا گھرندس.“

”شل ان دعا جي ٻلي اسان کي خدا پنهنجي رحمت ۾ رکي.“ پوڙهي عورت چيو.

.... .... ....

ڪئين مهينا گذري ويا. ڪوميتاس کي اوچتو باڪو کان سندس خط جو جواب پهتو: ”......... آندر نڪ ليتڪميڪائن هڪ پٽڪيل رمتو گذريل سرءُ جي موسم ۾ وفات ڪري ويو. شل خدا سندس ماءُ ۽ بيواهہ تي رحم ڪري....“

هن خط کي وري وري پڙهيو ۽ کيس هنن جي ڳوٺ ۾ شڪريي جي

دعا گهرڻ جو واعدو ياد آيو. هن ٻيري ڪوميتاس جبو پاتو ءِ اُتي پنهنجي پهچڻ جو اطلاع موڪلي ڏنو.

اهي اونهاري جا پوبان ڏينهن هئا. چراگاهہ مان تتر جي ٻولڻ جو آواز آسانيءَ سان ٻڌڻ ۾ پئي آيو. هيل گرمي بہ تمام گهٽي پئي هئي. ڪوميتاس جي گهوڙي اڏامڻ چاهيو پر ڪوميتاس واڳ کي نہ ڇڪيو. ڪيس ڪابہ تڪڙ ڪانہ هئي.

جڏهن هو ڳوٺ ۾ روڊ جي پرسان پٿرائين گهر جي ويجهو پهتو تہ هن واڳ ڇاڻي واٽي مخالف طرف موڙي تہ جيئن، هن کي پوڙهي عورت يا ارڪناز سامهون ملي نہ وڃن.

ڳوٺاڻا گرجا ۾ اچي گڏ ٿيا هئا. ڪوميتاس کي ٻن عورتن جي موجودگي محسوس ٿي. پوڙهي عورت سندس هٿ چميو پر ساڻس ڪجهہ بہ نہ ڳالهايو. هن ايئن ٿڏو ساهہ کنيو جڻ تہ ڇوٽڪارو پاتو هجيس. هن کي ارڪناز جي اکين ۾ ٻرندڙ سوال محسوس ٿيو: ”هو ڪيس خط بابت ٻڌائي ئي ڇڏي!“ هن سوچيو.

ٺڻ، ٺڻ، ٺڻ. گرجا جو گهنڊ وڄي رهيو هو. لوبان جي خوشبوءِ پوري گرجا ۾ ڦهليل هئي. ڪوميتاس لباس خاني ۾ ٿي بيٺو ءِ جماعت کي ڏسڻ لڳو. پوڄاري ديوار جي لڳ گوڏا کوڙي ويهي رهيا. ارڪناز جو ڌيان عبادت ۾ نہ هو پر هوءَ مسلسل پادريءَ ڏانهن نهاري رهي هئي. سندس اکين ۾ هڪ ئي سوال هو ”ڇا، تو هن جو ڪو نياپو نڙو يا پار پتو آندو آهي؟“

ڪوميتاس کي خود تعجب ٿيو جڏهن هن بجاءِ عبادت ڪرڻ جي ڳائڻ شروع ڪيو. ڪوميتاس جو گيت ڏور تائين گونجي، لهرون پيدا ڪري رهيو هو.

”هن گهاگهر ڪنئي ءِ پاڻي ڀرڻ لاءِ چشمن ڏانهن نڪري ويئي.......... هوءَ پنهنجي پريتم کي جنهن کي هوءَ چاهيندي هئي، ڳولي نہ سگهي....“

ڳوٺ جي مهنت حيرت ڏيکاريندي چيو: ”ڏسو! پادري مقدس عبادت جي بجاءِ گرجا ۾ ڪنهن وڃايل پيار بابت گيت ڳائي رهيو آهي.“

”فادر! هي تون ڇا ڪري رهيو آهين؟ ڳوٺ جي مهنت پادريءَ کان

سوال ڪيو. ”تون گرجا ۾ ويٺو آهين. مٿان اسان کي خدا ڏسي رهيو آهي ۽ سامهون مقدس صليب آهي.“

ڪوميتاس هن کي ٻڏو اٽڪڏو ڪري ڇڏيو ۽ جهونگارڻ ۾ ئي مست رهيو: ”هن گهاگهر ڪنئي ۾ پاڻي پرڻ لاءِ چشمن ڏانهن نڪري ويئي......“

هن گيت ڳائيندي ڪنڌ ورايو. سامهون پوڙهي عورت آهستي آهستي چپن ۾ پڙڪي عبادت ڪري رهي هئي ۽ سندس ڪلها جهڪيل هئا. ارڪناز عبادت ڪونہ ٿي ڪئي ۽ مسلسل پادريءَ ڏانهن نهاري رهي هئي. هو سندس ئي گيت ڳائي رهيو هو. جيڪو هوءَ چشمي پر ڳائيندي هئي. پادري گيت ڳائي رهيو هو ۽ هوءَ پادري ڏانهن گهوري نهاري رهي هئي. پر سندس اکيون گرجا ۾ ٻرندڙ ڏيئي جي روشنيءَ کي بہ موتائي نٿي سگهيون. اوچتو ئي اوچتو هن پير ڪنيا ۽ گرجا مان ٻاهر نڪري ويئي.

گيت ختم ٿيڻ کان پوءِ پادريءَ انهن پٽڪيل رستن لاءِ دعا گهري جيڪي پنهنجو ڏيهہ ڇڏي پرڏيهہ اسهيا هئا ۽ وري پنهنجي ڌرتيءَ تي هر ڏيڻ نہ آيا، نہ ئي پنهنجي کيتن ڏي نظر ڪيائون ۽ نہ ئي پنهنجن ڏاندن کي پاڻي پيارڻ لاءِ وريا. ڪوميتاس تڙتڪڙ ۾ دعا گهري گرجا مان ٻاهر نڪري آيو.

-ڳوٺ جو مهنت هن جي پويان آيو ”فادر!“ هن ڳالهايو ۽ سندس اکيون، چنجهيون ٿي ويون. ”ڇا خدا جي گهر ۾ ڪنهن کي اجازت آهي تہ هو گيت ڳائي؟“

جيڪو بہ خدا جو آهي اهو دراصل ماڻهن جو ئي آهي ۽ جيڪي ڪجهہ ماڻهن وٽ آهي اهو دراصل خدا جو ئي آهي.“ اهو ڄاڻندي بہ تہ ڳوٺ جو مهنت اها سموري ڄاڻ ڳوٺ جي بزرگن کي ڏيندو. ڪوميتاس چوندي نہ ڊنو.

ڪوميتاس ڳوٺاڻن کان موڪلايو. هن گهوڙي جي واڳ پٽرائين گهر وٽ ڍري ڪئي.

پوڙهي عورت روڊ جي پرسان سندس اوسيئڙي ۾ ويٺي هئي. مِٺ ماٺ ۾ هنن پر واري روڊ تي هلڻ شروع ڪيو. ارڪناز چشمي ڏانهن ويئي آهي هن چيو ٿي تہ ”آءٌ پاڻي پري جلدي موٽي ٿي اچان تہ جيڪڏهن ڪو

پٽڪيل رُستو هتان لانگهائو ٿئي تہ ان جي اُج اجهائڻ لاءِ ان کي ٿڌو پاڻي پياري سگهجي.“

ڪوميتاس پنهنجي نڙيءَ ۾ ڳنڍو محسوس ڪيو. سندس نڙيءَ ۾ لفظ اٽڪي پيا. پوڙهي عورت جون اکيون لڙڪن سان تار ٿي ويون ۽ اهي لڙڪ هاڻ ڳلن تان ٿيندا ڌرتيءَ تي ڪري رهيا هئا.

”هن جي قبر جي مٿان پرڏيهہ جي ڌرتي شل روشن ۽ وسندڙ هجي.“ پوڙهي عورت چپن ۾ پڻڪيو ۽ سواءِ موڪلائڻ جي پٿرائين گهر ڏانهن رخ رکيو.

ڪوميتاس ٿِہ واٽي تي بيهي، ان ويندڙ عورت کي ڏسندو رهيو، جنهن جي پَڙي جي ڪنار ڌرتيءَ سان گهلجي، ڌوڙ جا ڪکر اُڏاري رهي هئي. هو اتي ئي بيٺو رهيو ۽ سندس دل مان درد ڀريو آلاپ اُڀرڻ لڳو:

”هن گهاگهر ڪنئي ۽ پاڻي ڀرڻ لاءِ چشمن ڏانهن نڪري ويئي. هوءَ پنهنجي پياري کي ڳولي نہ سگهي. هوءَ پنهنجي يار کي ماڻي نہ سگهي.“

هن گيت ڪٿي جنم ورتو هو؟! هن کان اڳ هي گيت هن ڪٿي ٻڌو هو؟!

هر هنڌ الڙ جوانيون پنهنجن پيارن جي ڳولا ۾ نڪرن ٿيون. جن مان ڪي جيون جا موتي ڀري موٽن ٿيون، تہ ڪي وري لڙڪن ڀريل گهاگهرون ساڻ ڪري واپس ورن ٿيون!!

* * *

## ڪرسمس جو ورت

### دوستو وسڪي

**مان** بنيادي طور هڪ ڪهاڻيڪار آهيان ۽ ها مان مڃان ٿو تہ، هيءَ ڪهاڻي جيڪا مان توهان کي ٻڌائڻ چاهيان پيو ان جو خالق مان پاڻ آهيان، پر مان يقين سان چئي سگهان ٿو تہ، ڪنهن بہ وڏي شهر ۾، ڪرسمس جي موقعي تي، جڏهن فضا ۾ ڏنڊ ۾ ڪوهيڙو ڇانيل هجي، ههڙي قسم جي ڪهاڻي جنم وٺي سگهي ٿي.

منهنجي ڪهاڻيءَ جو هيرو هڪ ڇوڪرو آهي. هن جي عمر ڇهہ سال يا اجان بہ گهٽ ٿيندي. اهو ڇوڪرو پنهنجي پڳل ٿنل ڪاٺ جي گهر، جنهن ۾ ٿڌ ۾ سيءُ تمام گهڻو آهي، ننڊ مان اٿيو آهي. هن کي ڦاٽل ۽ لنڊا ڪپڙا پيل آهن، ۽ سيءَ ۾ ڏڪي رهيو آهي. گهڻي سيءَ سبب سندس وات مان دونهان نڪري رهيا آهن ۽ اداس اکين سان بنا ڪنهن مقصد جي سامهون نهاري رهيو آهي. هن کي بک بہ ڏاڍو ستائي رهي آهي. ڪيترائي دفعا هميشہ وانگر هو پنهنجي ڪاٺ جي ٿهيل سخت بستري تي ويو آهي، جتي پر ۾ سندس ماءُ تڏي تي ليٽي پئي آهي. سندس سيراندي ڪان، ڪاٺين جو ويڙهو رکيل آهي جنهن کي هن وهاڻي طور استعمال ڪيو آهي. ”هو هتي ڪيئن پهتي آهي؟“ هو ماءُ ۽ پنهنجي باري ۾ سوچي رهيو آهي. هن کي ياد آيو آهي تہ ڪيئن نہ جاءِ جي مالڪ ڪين پوليس جي مدد سان گهر مان ڌڪي ڪڍي ڇڏيو هو. هنن ڪيئن نہ جاءِ جي مالڪ کي، ڪرسمس تائين مهلت ڏيڻ لاءِ ايلاز ۽ منٿون ڪيون هيون، جنهن ۾ صرف بہ ڏينهن وچي بچيا هئا. پر جاءِ جي مالڪ سندن هڪ بہ نہ ٻڌي ۽ مجبوراً ڪين ڳوٺ ڇڏي، هتي اچڻو پيو هو.

هاڻ هو پنهنجي ماءُ ڏانهن نهاري رهيو آهي. اسي ورهين جي جهور پوڙهي، جيڪا ڪنهن وقت ۾ نرس رهي آهي، اڄ ٻي سهاري ليٽي پئي آهي. هوءَ سنڌن جي سور وچان ڪرڪي ڪنجهي رهي آهي ۽ پنهنجو پاڻ پٽي ۾ ڪنهي ٻه رهي آهي. ڇوڪرو ٻه ڊپ وچان، وٽس ويجهو وڃڻ کان لنوائي رهيو آهي ۽ گهر جي ٻاهران اچي ويٺو آهي. هن پاڻ کي سڪون بخشڻ لاءِ، پاڻيءَ گلاس پيتو آهي. پر هو ماءُ جي لڳاتار دانهن سبب سڪون ماڻڻ ۾ ناڪام ويو آهي.

رات جيئن پوءِ تيئن ڪاري ٿي رهي آهي. روشنيءَ لاءِ، هن وٽ بتي به ڪانه آهي. هو اوندهه ۾ ئي گهر ۾ گهڙيو آهي ۽ هن ماءُ کي هٿ لائي ڇهيو آهي. هو محسوس ڪري رهيو آهي ته، سندس ماءُ جي چرپر ختم ٿي چڪي آهي ۽ سندس بدن پٽ جيان ٿڌو ٿي ويو آهي. ”هتي ته تمام گهٽي ٿڌ آهي.“ هو سوچي رهيو آهي.

هاڻي هو ٻي سرتوا اٿيو آهي ۽ گهر کان ٻاهر نڪري، گهٽيءَ ۾ آيو آهي. هو ان کان اڳ ئي روانو ٿي وڃي ها، پر هن کي پاڙي واري ڪتي کان ڊپ ٿي رهيو هو. جيڪو سڄو ڏينهن پاڙي واري جي در جي دڪيءَ تي ويٺو پونڪندو آهي. هينئر ڪتو وينل ڪونه آهي. جنهنڪري هو آسانيءَ سان گهٽيءَ ۾ نڪري آيو آهي.

ڪهڙو نه عمدو شهر آهي. هو سوچي رهيو آهي، هن کان اڳ هن اهڙو سٺو شهر ڪڏهن نه ڏٺو هو. هو جنهن ڳوٺ کان آيو آهي ان ۾ رات جو سدائين اوندهه هوندي هئي. گهٽيءُ ۾ فقط هڪ شمعدان ٻرندو هو. جيئن ئي سج لهڻ شروع ڪندو هو ماڻهو گهٽيون خالي ڪرڻ لڳندا هئا ۽ گهرن ۾ بند ٿي ويندا هئا. جي ڪجهه گهٽين ۾ باقي رهندا هئا ته، اهي هئا، ڳوٺ جا ڇتا ڪتا، جن مان ڪي ته سڄي رات تائين پيا پونڪندا هئا. پر اتي ته گرمي به گهٽي هوندي هئي ۽ ڪيس ڪائڻ لاءِ به، ڪجهه نه ڪجهه ملي ويندو هو. ۽ هتي........ هتي وٽس ڪائڻ لاءِ ڪجهه به نه آهي. هو سوچي رهيو آهي؛ هتي ڪيڏو نه گوڙ ۽ شور آهي؛ ڪيتريون نه بتيون ٻري رهيون آهن. هو رستي تي هلندي هلندي ڪيترا ماڻهو، گهوڙا ۽ گاڏيون ڏسي رهيو آهي ۽ هن هتي اچي سيءُ تمام گهڻو محسوس ڪيو آهي. هن ڏٺو ته گهوڙن جي وات مان به دونهان نڪري رهيا آهن. هاڻ هن کي بک تمام گهڻو تنگ ڪيو آهي. هو دل ئي دل ۾ چاهي رهيو آهي ته من مانيءَ گرهه ملي وڃي. جيئن هو پنهنجي پيٽ کي چاٻ ڏيئي سگهي. اوچتو ئي

اوچتو هن پاڻ کي نپاڳو محسوس ڪيو آهي. پوليس وارو هن جي پرسان، بنا ڪنهن ڌيان ڏيڻ جي لنگهي ويو آهي.

هاڻ هو بي گهٽيءَ ۾ نڪري آيو آهي. هيءَ ڪيڏي نہ ڪشادي ۽ ڊگهي گهٽي آهي. هو سوچي رهيو آهي تہ، شايد هن گهٽيءَ ۾ هو ڪجهہ وقت گذاري سگهندو. هو ڏسي رهيو آهي تہ، ڪيئن نہ هر ڪو ماڻهو خوشيءَ وچان ٽهڪ ڏيئي رهيو آهي. ڪي ڊوڙي رهيا آهن تہ ڪي گاڏين ۾ سفر ڪري رهيا آهن. هتي ڪيڏي نہ روشني آهي. ها، پر هي ڇا آهي؟ هن جي نظر هڪ وڏي شيشي جي دريءَ تي پئي آهي. هن دريءَ اندر ليئو پاتو آهي. هو ڏسي رهيو آهي هڪ وڻ، جو ڇت تائين ڊگهو آهي. اهو تہ ڪرسمس جو وڻ آهي. سڄو وڻ روشنيءَ سان ڀري رهيو آهي. منجهس سون جا پن لڳل آهن ۽ پرسان صوف ۽ ٻيو فروٽ رکيل آهي. هو ڏسي رهيو آهي، گڏيون، گهوڙا ۽ ٻار- ٻار، جيڪي صاف ۽ سترا ڪپڙا پهريل آهن ۽ ڪمري ۾ هيڏانهن هوڏانهن هلي رهيا آهن. کلي رهيا آهن. ڪڏي رهيا آهن. ڪي کائي رهيا آهن تہ ڪي پي رهيا آهن ۽ هاڻ هن ڏٺو آهي هڪ ڇوڪري کي، جيڪا ميڙ مان ڇوڪر کي جدا ڪري ساڻس نچي رهي آهي. ڪيتري نہ پياري ڇوڪري آهي. هو، ڪمري جي دري مان ايندڙ جهيڻي جهيڻي موسيقي پڻ ٻڌي رهيو آهي. جيتوڻيڪ کيس پير جي آڱر ۾ سخت سور آهي ۽ سندس هٿن جون آڱريون پڻ سڪي ويون آهن، پر هو اهو سڀ ڪجهہ وساري، انهيءَ ماحول مان لطف اندوز ٿي رهيو آهي ۽ عجب کائي رهيو آهي ۽ ٽهڪ بہ ڏيئي رهيو آهي. اوچتو ئي اڇتو هن کي پيرن ۽ هٿن جي آڱرين ۾ سور محسوس ٿيو آهي ۽ هن درد وچان رڙيون ڪرڻ شروع ڪيون آهن ۽ هاڻ هن اتان، هلڻ شروع ڪيو آهي، هاڻي هو ٻي دريءَ وٽ اچي پهتو آهي.

هتي پڻ، هو هڪ ڪرسمس جو وڻ ڏسي رهيو آهي. ٽيبل تي، هر ڪنهن قسم جا ڪيڪ پيل آهن. هو ٽيبل جي پرسان، ٽي عورتون بيٺل ڏسي رهيو آهي. اهي جيڪو بہ وٽن اچي ٿو تنهن کي ڪيڪ ڏيئي رهيون آهن. دروازو کليل آهي ۽ گهٽيءَ ۾ تمام گهڻا مرد ۽ عورتون، اوڏانهن وڃي رهيون آهن ۽ ڪيڪ وٺي رهيون آهن. هن اوچتو ئي اوچتو هلڻ شروع ڪيو آهي ۽ دروازي منجهان گهر ۾ داخل ٿيو آهي ۽ ڪيڪ وٺڻ لاءِ، هٿ وڌايو آهي. موٽ ۾ هنن کيس دڙڪا ۽ ڇڙٻيون ڏنيون آهن. هڪ عورت هن ڏانهن هڪ ڪوپيڪ (سڪو) اڇليو آهي، هن جون آڱريون، ٿڌ سبب سڪي ويون آهن ۽ انهن مان

چرپر ختم ٿي ويئي آهي ۽ سندس هٿن مان ڪوپيڪ (سڪو) ڇڏائجي وڃي پٽ تي ڪريو آهي.

ميڙ ۾ شريڪ عورتن هن کي ڌڪا ڏيئي، ٻاهر ڪڍي ڇڏيو آهي. هو ڏڪ وچان ڪنبي رهيو آهي ۽ هن بنا ڪنهن منزل جي ڄاڻ جي، هلڻ شروع ڪيو آهي. هو رڙيون ڪرڻ چاهي ٿو پر ڏڪ جي ڪري هن ڪيڪ اندر ۾ دٻائي ڇڏي آهي. هاڻي هو ڊوڙي رهيو آهي. هاڻي هو سخت پريشاني محسوس ڪري رهيو آهي ۽ هن کي اوچتو ئي اوچتو اڪيلائپ محسوس ٿيڻ لڳي آهي ۽ هو ڏڄڻ لڳو آهي.

”او خدا اسان تي رحم جا ڪڪر وساءِ!“

هي وري ڇا آهي؟ هو ڏسي رهيو آهي، تہ ماڻهو ميڙ جي صورت ۾ بيٺا آهن ۽ ڪجهري ڪري رهيا آهن. هن دريءَ جي اندران جهاتي پاتي آهي ۽ ڏسي رهيو آهي تہ، ٿي گڏا جن کي ڳاڙهو ۽ سائو لباس پاتل آهي، ايئن لڳي رهيو آهي ڄڻ اهي زنده هجن. انهن ٽن مان، هڪڙو ننڍڙو پوڙهو آهي، جيڪو وڏو وائلن وڄائي رهيو آهي ۽ باقي بہ ننڍا گڏا، ان جي ويجهو بيٺل آهن ۽ ننڍا بہ وائلن وڄائي رهيا آهن ۽ هو ايئن ئي پنهنجو وقت گذاري رهيا آهن ۽ هڪ ٻئي کي ڏسي بہ رهيا آهن ۽ هنن جا چپ بہ چري رهيا آهن. جن مان اندازو لڳي ٿو تہ، هو ڪجهہ ڳالهائي رهيا آهن. ڇا ڳالهائي رهيا آهن؟ اهو تہ شيشي جي دري هئڻ سبب، ٻڌڻ ۾ نٿي اچي سگهيو. پهرين نظر ۾ هن محسوس ڪيو آهي تہ، اهي جيئرا آهن. پر جڏهن هن چتائي نهاريو آهي تہ، هن ڪان ڪل نڪري ويئي آهي. اڙي هي تہ گڏا آهن. هن اهڙا گڏا اڳ ڪڏهن ڪو نہ ڏٺا هئا، ۽ نہ ئي، اهڙن گڏن بابت، هن ڪنهن واتان ٻڌو هو گڏا ڪيڏا نہ پيارا آهن! هي گڏن کي ڏسي گدگد ٿي رهيو آهي. اوچتو هن محسوس ڪيو آهي تہ ڪيس ڪنهن قميص مان سوگهو جهليو آهي. هن پاسو ورائي ڏٺو آهي تہ، هڪ ظالم ڇوڪرو سندس پرسان بيٺو آهي ۽ ڪيس مِٽي ۾ گڏي، ٺونشو وهائي ڪڍيو آهي. هن جهٽ ڏيئي، سندس ٽوپي بہ لاهي ورتي آهي ۽ ڪيس ڌڪا ڏيڻ شروع ڪيا آهن. هو پٽ تي ڪري پيو آهي ۽ رڙيون ڪري رهيو آهي. هاڻ ڪيس ڏڪ ٿيڻ لڳو آهي، ۽ هو ٽپ ڏيئي اٿيو آهي ۽ ڀڄڻ شروع ڪيو آهي. هو ڀڄي رهيو آهي. هن کي اها خبر ڪونهي تہ، هو ڪيڏانهن وڃي رهيو آهي. هو ڀڄندو ڀڄندو اچي قبرستان ۾ پهتو آهي ۽ ڪاٺ جي بند تي اچي ويٺو آهي.

”هو هتي مون کي ڳولهي ڪو نہ سگهندا. ڇو جو هتي تمام گهٽي

اوندهہ آهي.“ هو سوچي رهيو آهي.

هن ڏيپ وچان پاڻ کي ڪونڪڙو ڪري چڙيو آهي ۽ ساهہ کي بہ روڪي ڇڏيو آهي ۽ اوچتو ئي اوچتو هو پاڻ کي خوش محسوس ڪري رهيو آهي. هاڻ هن جي هٿن پيرن ۾ سور نہ رهيو آهي ۽ ايترا گرم ٿي ويا آهن جو هو محسوس ڪري رهيو آهي تہ هو چلهي جي پرسان ويٺو آهي. هاڻ هو ننڊ ڪرڻ لاءِ سوچي رهيو آهي. هيءَ ننڊ ڪرڻ لاءِ ڪيڏي نہ پياري جڳهہ آهي. ”آءٌ ڪجهہ دير هتي آرام ڪندس ۽ پوءِ وري بہ پيارا پيارا گڏا ڏسڻ ويندس.“ هن دل ۾ چيو آهي ۽ کلي بہ ڏنو آهي. هو گڏن بابت سوچي رهيو آهي:

”هي گڏا ايئن نظر اچي رهيا هئا ڄڻ زنده هجن.“ هن اوچتو محسوس ڪيو آهي تہ سندس ماءُ ڳائي رهي آهي.

”امان! ڏس آءٌ هتي ننڊ ڪريان ٿو ننڊ لاءِ هتي ڪيڏي نہ پياري جڳهہ آهي.“

”ڪرسمس جي وڻ هيٺ اچ منهنجا ننڍڙا نينگر.“ نرم آواز هن جي ڪنن تائين پهتو آهي.

هن سوچيو آهي شايد اها هن جي ماءُ آهي. پر، جلدئي هن محسوس ڪيو آهي تہ، اهو آواز سندس ماءُ جو ڪو نہ آهي. ڪير ڪيس سڏي رهيو آهي. هو ڏسي ڪو نہ سگهيو آهي. پر هن محسوس ڪيو آهي تہ، ڪير هن ڏانهن اچي رهيو آهي ۽ ڪيس ڀاڪر پائي رهيو آهي. هو بہ سندس هٿ، ڏانهنس وڌائي رهيو آهي...... ۽ هاڻ، هو ڏسي رهيو آهي، هتي ڪيڏي نہ روشني آهي، ”اڙي! هي تہ ڪرسمس جو وڻ آهي. هن اهڙو پيارو وڻ هن کان اڳ، ڪڏهن بہ نہ ڏٺو آهي.“ هن سوچيو آهي. هو ڪٿي پهچي چڪو آهي؟ هن جي چئني پاسن کان گڏا ۽ گڏڙيون آهن. پر نہ، اهي گڏا ۽ گڏڙيون نہ آهن اهي تہ پيارا پيارا ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون آهن. اهي سڀ، هن کي گول ڦري ويا آهن ۽ چميون ڏيئي رهيا آهن. هاڻ هو ڏاڍو خوش ٿي رهيو آهي. هن ڏٺو آهي تہ، سندس ماءُ ڪيس ڏسي کلي رهي آهي.

”امان! منهنجي پياري امان! ڏس هتي ڪيڏو نہ مزو لڳو پيو آهي.“ هو ور ور ڪري ننڍڙن ٻارن کي چمي رهيو آهي ۽ پيار ڪري رهيو آهي ۽ چاهي رهيو آهي تہ هو ڪين انهن گڏن بابت ٻڌائي جيڪي هن دريءَ منجهان ڏٺا آهن.

”ڇوڪرا ٻڌايو اوهين ڪير آهيو؟ ڇوڪريون ٻڌايو اوهين ڪير آهيو؟“ هو پڇي بہ رهيو آهي ۽ ٽهڪ بہ ڏيئي رهيو آهي.

”پيارا ڇوڪرا هي حضرت عيسيٰ جو ڪرسمس جو وڻ آهي.“ هنن جواب ڏنو آهي.

”حضرت عيسيٰ ان ڏينهن تي، انهن ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ڪي، پنهنجو ڪرسمس جو وڻ ڏيندو آهي جن وٽ، پنهنجو ڪو نہ هوندو آهي......“

هن محسوس ڪيو تہ سڀ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون جيڪي هتي موجود هئا. ان وانگر ئي هئا. هن وانگر ڪي، سخت سيءَ ۾، ننڍين گهرن ۾ مئا هئا ۽ ڪي، ماءُ جي گود ۾، بک وگهي مئا هئا تہ ڪي وري ريلوي جي ٿرڊ ڪلاس گاڏي ۾، هوا جي دٻ نہ جهليندي مئا هئا، هو ڏسي رهيو آهي تہ اهي سڀ ٻارڙا هتي موجود آهن ۽ فرشتا نظر اچي رهيا آهن. حضرت عيسيٰ انهن سيني جي وچ ۾ بيٺو آهي ۽ هو انهن ۽ سندن مائرن تي رحمت جا هٿ گهمائي رهيو آهي..... ۽ انهن جون مائرون، هڪ پاسي ڪان بيٺيون آهن ۽ روئي رهيون آهن. هرڪا پنهنجي جگر جي ٽڪر کي سڃاڻي رهي آهي. ننڍڙا پتڪڙا ٻار، پنهنجي مائرن ڏانهن اچي رهيا آهن ۽ پنهنجن ننڍڙن پتڪڙن هٿن سان، سندن لڙڪ اگهي رهيا آهن ۽ کين چئي رهيا آهن تہ، اهي هاڻ نہ روئن ڇاڪاڻ تہ هو هاڻ ڏاڍا خوش آهن.

۽ صبح جو حمالي ڪاٺ جي بنڊ تي برف ۾ جميل هڪ ڇوڪري جو لاش ڏسي رهيو آهي ۽ سندس ماءُ جو لاش پڻ ڏسي رهيو آهي. هوءَ هن ڪان اڳ مري چڪي آهي.

مون هيءَ ڪهاڻي ڇو ٺاهي آهي جيڪا ڊائريءَ جي عام واقعن تي ٻڌل آهي؟ مون اوهان سان وعدو ڪيو هو تہ منهنجي ڪهاڻي سچن واقعن تي ٻڌل هوندي. ڇوڪري ۽ سندس ماءُ جي انجام بابت مون جيڪي ڪجهہ اوهان کي ٻڌايو ان لاءِ آءٌ يقين سان چوندس تہ ڪنهن بہ وڏي شهر ۾ ڪرسمس جي موقعي تي جڏهن فضا ۾ ڏنڊ ۽ ڪوهيڙو ڇانيل هجي تہ هڪ پڳل تتل ڪاٺ جي گهر ۾ ائين ضرور ٿيو هوندو.

باقي جيتري قدر حضرت عيسيٰ جي ڪرسمس جي وڻ واري واقعي جو تعلق آهي آءٌ اوهان کي ڪو نہ ٻڌائيندس تہ ائين ٿيو بہ هوندو يا نہ...

* * *

## ڇهون فرمان

### ڪزاڪ گل نازرين

**هر** ڪنهن ڇيو ٿي تہ هو هڪ مهان شاعر هو. ڇا هو خدا کي مڃيندو هو؟

پادري هن کي جهنم جي ۽ نوجوان وئيشا جي آڪاٽي ٻڌائي هئي پر هو مذهبي ماڻهو نہ هو. هن جي نظر ۾، خود قرباني سواءِ بيوقوفي ۽ جهالت جي، ٻيو ڪجهہ بہ نہ هئي. ان جي باوجود بہ، هو پنهنجي وهيءَ جي ڇوڪرين ۾، پنهنجي جوانيءَ سان ڀرپور رس ڀريل ڇپن، خوبصورت ڇهري ۽ گهنڊيدار ڪارن وارن جي ڪري، سڃاتو ٿي ويو. هن جي ڇهري ۾، سڀ ڪان وڏيڪ ڪشش ڪرڻ واريون هيون، سندس ڪاريون اکيون، جيڪي جتي بہ هڪ پل ڪتيون ٿي تہ سوبہ ماڻي ٿي ورتائون. هن ڪڏهن بہ ڏاءِ استعمال نہ ڪئي هئي. شايد اها جابلو علائقن ۾، پاتي نٿي ويئي ۽ نہ ئي هن ڪڏهن فيشني ڪپڙا پاتا ٿي.

يونيورسٽيءَ جون ڇوڪريون جڏهن بہ پنهنجي جيڏين ۾ هن جو ذڪر ڪنديون هيون تہ هڪ ڇاڙي ڪور ۽ جهڳڙالو جي حيثيت ۾. پر پوءِ بہ هو پارگوف کي، جيڪو ڪارو پاڻپ پيئندي نظر ايندو هو سڏ ڪنديون هيون، ۽ ڪانئس واهيات چرچا ۽ لطيفا ٻڌنديون هيون. هن کي اهي واهيات چرچا ۽ لطيفا پنهنجي ماءُ جي موجودگي ۾ ٻڌائيندي بہ ڪو شرم محسوس ڪونہ ٿيندو هو. جيڪا پٿر جي دور جي عورت لڳندي هئي.

هن هرهڪ کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو هو. جيتوڻيڪ نوجوان

عورتون حيرت ۾ ڪو نہ ٿي پيون پر اهي تہ سادگيءَ سان سندس پيار ۾ ڦاسي ٿي پيون.

چهون فرمان آهي "جوپن لٿايو" پر مهاڻي ۽ واڍي ڪي جيون ۽ جوپن جي کهڙي ڄاڻ. ٻہ هزار سال اڳ جڏهن هنن جي پير ۾ نوجوان وئيشا رهندي هئي تہ ٻہ هنن وپني مقدس ڪتاب لکيا.

آسمڪ ڪنواري مريم هئي. گيگم چوندو هو تہ آسمڪ هڪ ڏينهن ضرور نئين عيسيٰ کي جنم ڏيندي. جيڪو اسان جي تهذيب جو خاتمو آڻيندو ۽ ان کان پوءِ پولڙو وري کهاڙي ايجاد ڪندو تہ جيئن ائٽم جي دنيا وري خلقي سگهجي.

هر نسل حشر جي ڏينهن جي پنهنجي انداز ۾ تشريح ڪري ٿو.

آسمڪ واقعي ڪنواري مريم هئي، آسمڪ ڪارو پائيپ، ڪارا گهنڊيدار وار ۽ هڪ ئي نظر ۾ فتح پائيندڙ ڪاريون ڪجليون اکيون ڏنيون هيون. پر هن انهن کان، هارائڻ نٿي چاهيو. سندس سهيليون هن کان ساڙ ڪائينديون هيون ۽ نوجوان چوڪرا ڏڪار وچان چوندا هئا: "آسمڪ؟ ڪيتري نہ سندر آهي؟ سندس هلڻ، ڪلڻ ۽ ڳالهائڻ، ڪيترو نہ وڻندڙ ۽ عجيب ٿو لڳي. نہ اڳ ٻڌو نہ اڳ ڏٺو. هن پنهنجي زندگيءَ ۾ فقط هڪ پيرو رڙ ڪئي هئي جڏهن هن جو پير ڪوڪي مٿان پيو هو.

هر ڪنهن جي راءِ هئي تہ، قدرت هن کي ايترو خوبصورت ٺاهڻ ۾ اجايو وقت وڃايو هو. هوءَ پارگوف کي، اهميت ڪو نہ ڏيندي هئي ۽ نہ ئي پارگوف هن کي ڪنگهندو هو. پارگوف هن کي اهميت نہ ڏيندو هو. جو هوءَ سپني چوڪرين ۾، سڀ کان وڌيڪ پرڪشش سندر ۽ اداس رهندي هئي. هوءَ هن کي گهٽو ڪري اکين هوندي ٻہ. اهڙي انڌي نظر ايندي هئي، جيڪا ڏانهس نهاريندي ٻہ ڪو نہ هئي ۽ ڪجهہ ڏسي ڪو نہ سگهندي هئي.

"هل تہ ٿيٽر ۾ هلون" پارگوف چيو: آسمڪ جون اکيون چمڪي اٿيون.

"هل دير نہ ڪر. آءُ پاڻ کي اداس اداس محسوس ڪري رهيو آهيان."

"چا تون ٿيٽر ۾ تڏهين ويندو آهين جڏهن، پاڻ کي اداس محسوس

ڪندو آهين؟“ آسمڪ سوال ڪيو.

”نہ منهنجو اهو مطلب نہ آهي “

”جيما بابت ڇا راءِ آهي تنهنجي؟“

”هن ۾ ڪو بہ مزو ڪونهي. بلڪل بنڊل ڇوري آهي ۽ بور بہ.“

”ڇا آءُ بہ؟“

”اسين هڪ ٻئي کي چڱيءَ طرح سڃاڻون بہ ڪونہ ٿا.“ پارگوف چيو ۽ مرڪي ڏنو.

”ڇا تون مون کي چاهين ٿو؟“

”ها.....“

”ڇو؟“

”تون نئين آهين، سندر آهين ۽ انهيءَ ڪري جو اڃا تائين مون کي خبر بہ ناهي تہ تون ڪير آهين.“

”تہ پوءِ يقينن آءُ توسان ٿيٽر ڪونہ هلنديس.“

”مون کي پڪ آهي تہ تون ضرور هلنديئن! تون مون سان گڏ نہ هلڻ لاءِ پنهنجي دل ۾ فيصلو ڪري بہ وٺين تہ بہ تنهنجا قدم تنهنجي دل جو فيصلو قبول نہ ڪندا.“

جارجين اداڪار پنهنجي گروپ سان گڏ ٿيٽر ۾ شو پيش ڪري رهيو هو. پورو شهر اهو شو ڏسڻ لاءِ آيل هو.

جڏهن ٿيٽر جي هڪ پارٽ ۾ جارجين اوٿلو کي آرمينين ڊيسڊيمونا کي گهوگهو ڏيندي ڏيکاريو ويو تہ پارگوف بہ ائين ئي آسمڪ جي نڙيءَ تي زور ڏنو. پارگوف جي تعجب جي حد نہ رهي جو آسمڪ سندس انهيءَ حرڪت تي بجاءِ چڙڻ جي جذباتي ٿي ويئي.

”هل تہ هوٽل ۾ هلون.“ پارگوف اٿڻ واري انداز ۾ چيو.

”ڇا فنڪار سنٺي اداڪاريءَ ڪري فن جي بلندين کي ناهي پاتو؟“

”مهان ڇونہ لڳندا فنڪار، تون جو انهن جي وڪالت ٿي ڪرين. هونئن بہ هر شيءِ سندر ڇو نہ لڳندي؟ تون جو گڏ آهين؟“

”ڇو؟ مون تہ مشڪل سان ئي ڪو ڳالهايو آهي.“

”خير ڇڏ انهيءَ فضول بحث کي. هل تہ هوٽل ۾ هلون، اها منهنجي

خواهش آهي.“

”تہ پوءِ آءٌ ڪونہ هلنديس.“

”اوهہ! هل تہ هلون!“

ٿي ٽڙندڙ مرڪندڙ چهرا هنن جي سامهون آيا. ٿيئي شاگردياڻيون هيون. ٿنهي پارگوف کان ميڙون منٿون ڪري آٽوگراف ورتا. ان ڪان پوءِ، سدائين لاءِ اهي آٽوگراف، سندن جيون ۾، هڪ تاريخي دستاويز جي حيثيت ۾ محفوظ ٿي ويا.

ٿيئي ڏگهن وارن واريون ڇوريون واپس هليون ويون.

”تون ماڻهن ۾ ڏاڍو مشهور آهين.“ آسمڪ ڪوڙي مرڪ مرڪندي چيو.

”آءٌ سنو جو لکان ٿو. آرمينين کي منهنجي روپ ۾ نيٺ هڪ سٺو ۽ مهان شاعر ملي ٿي ويو.“

”نہ انهن کي تنهنجي ضرورت ڪونهي.“

”تون چوڻ ڇا ٿي چاهين.“

”اهي توکي سچيءَ دل سان نٿا چاهين. تون خوشفهميءَ ۾ مبتلا آهين. هو ڀلا اهڙي ماڻهوءَ کي واڪاڻيندا بہ ڇو جنهن کي فقط پنهنجي قابليت ۽ رڳو پاڻ سان ئي پيار هجي.“

”ان جو مطلب تہ آءٌ قابل ماڻهو آهيان.“

”۽ ها فنڪار پڻ!“

”تہ پوءِ مون ۾ باقي ڇاجي کوٽ آهي؟“

”مون کي خبر ناهي.“

”ڇا توسان ڪڏهن ڪو پيار ۾ اتڪيو آهي؟.... آءٌ اهو ڪو نہ ٿو ڇچان تہ تو ڪڏهن پيار ڪيو آهي يا نہ. مون کي پڪ آهي تہ تو گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي پنهنجي استادن مان ڪنهن هڪ کي ضرور گهاءُ رسايو هوندو.“

”نہ مون ڪڏهن بہ پيار ناهي ڪيو. آءٌ ان جذبي کي نٿي چاهيان، جيڪو پاتال کان مٿي اُڀرندو هجي.“

”اسين پيار ڪرڻ لاءِ زنده رهون ٿا.“ پارگوف بي ربط چوندو ويو:

”اسين شاعري ڪريون ٿا ۽ ٻن هزار سالن کان پوءِ به اسين فقط آرمينين سان پيار ڪرڻ لاءِ زنده رهون ٿا.“

”ٺيڪ آهي پوءِ پلي پيار ڪر.“

”ڪنهن کي؟“

”مون کي.“

پارگوف کلي ڏنو. ”آءٌ پيار ڪريان پر تون مون کي ڌڪاري ڇڏيندين. ڪنواري طوائف ته منهنجي پيار تي پورو لهي ٿي. پر تون ته ڪنواري مريم آهين.“

”مون کي خبر آهي، ماڻهو ته ايتري قدر به چون ٿا ته آءٌ نئين عيسيٰ کي جنم ڏينديس“ آسمڪ ايئن چوندي کلي ڏنو ۽ ويٽر کي سڏ ڪيو. ”منهنجي مڙس لاءِ هڪ بوتل انگوري شراب آڻ.“

ويٽر آرڊر وٺي هليو ويو. پارگوف پيئڻ جو سوچي منجهي پيو.

”تو ڇا چيو؟“

”ڇا تون انگوري شراب جي هڪ بوتل به پي نٿو سگهين؟“

”آءٌ پي سگهان ٿو.“

”هڪ بوتل پيئڻ ڪو مسئلو به ناهي، آءٌ پاڻهي بل ادا ڪنديس. هونئن به اسين ٻيئي شاگرد ئي ته آهيون.“

ويٽر موٽي آيو. ”معاف ڪجو مون کان اهو پڇڻ وسري ويو ته توهان ڪهڙو برانڊ پيئڻ پسند ڪندئو!؟“

”منهنجو مڙس فقط بهترين برانڊ ئي پيئڻ پسند ڪندو.“

پارگوف اوشواس مان هن ڏانهن نهاريو.

”مونڏانهن ايئن گهوري نه نهار. تنهنجو ايئن نهارڻ سٺو نٿو لڳي“ هن چيو ۽ کلي ڏنو.

”هي گهڙيون جيئن پوءِ تيئن رنگين ٿينديون وڃن.“

”ان کان به وڌيڪ رنگين ۽ دلچسپ، جنوريءَ جي اها گهڙي هوندي، جنهن ۾ اسان شادي ڪنداسين.“

”ڇا توکي خبر آهي ته هيل تائين منهنجون ڪيتريون زالون هجن ها، جيڪڏهن آءٌ انهن سڀن ڇوڪرين سان شادي ڪريان ها، جيڪي مون

تي مرنديون هيون.“ پارگوف وراڻيو.

”پر تون مون سان ضرور شادي ڪندين ڇو جو آءٌ سڀني کان نرالي آهيان.“ آسمڪ پنهنجي لفظن تي زور ڏيندي چيو.

پوءِ جيئن ئي اُهي هوٽل مان ٻاهر نڪتا تہ آسمڪ چيو. ”گور“ مون کان وڌيڪ خوبصورت آهي ۽ ”نزلڪ“ تمام معصوم ۽ پياري ڇوڪري آهي....... تون پائپ پيئندي سنوڪو نہ ٿو لڳين. سچ پچ توکي تہ اها بہ خبر ڪونهي تہ پائپ پئجي ڪيئن! مون کي وڌيڪ ڇوٽو ناهي.

ٻئي ڏينهن صبح جو پارگوف آسمڪ جي باري ۾ سوچيو. جيترو ئي هن گهڻو سوچيو اوتروئي هن کي مٺس چڙ آئي، هن آرسي وٽان لنگهندي ان ۾ نهاريو هن کي پائيپ پيئندي پاڻ تي ڏاڍو رشڪ آيو.

”آسمڪ غلط ٿي چيو..... آسمڪ ڪوڙي هئي.“

هو معمول جيان پائيپ پيئندي يونيورسٽيءَ مان ٻاهر اچي رهيو هو. تہ پروفيسر لالائن، کيس ڪاريڊور ۾ روڪيو.

”نوجوان! مون تنهنجو ڪتاب پڙهيو آهي مون کي ڏاڍو پسند آيو. اڳتي هلي تون مهان شاعر ٿي سگهين ٿو. جيڪر ٽرڙائپ ۽ اپمان ڇڏين تہ!“

”ڇا؟“

”ڪا ڳالهہ ناهي. پيرڊ بدلجڻ جو بيل لڳي رهيو آهي.“

”اج شام جو منهنجي ماسيءَ سان ملڻ هلنداسين.“ رسيس جي دوران آسمڪ بنا ڪنهن ارادي جي چيو.

”ڇا جي لاءِ.“

”هوءَ پراڻي دؤر جي عورت آهي. هن چيو ٿي تہ جيستائين هوءَ منهنجو منگيندو نہ ڏسندي، تيستائين اسان جي شاديءَ بابت هوءَ فيصلو نہ ڪندي.“

”بس خاموش بہ ٿي!“

”تون وري ساڳيو پائپ پي رهيو آهين؟“

”مون کي ڪير روڪي سگهي ٿو.“

”جيڪڏهن تو پائپ پيئڻ نہ ڇڏيو تہ سمجهہ آءٌ توسان شادي

ڪونہ ڪنديس.“
”آءٌ چوان ٿو بڪواس بند ڪر!“ پارگوف ڪاوڙمان چيو.
”ليڪو نہ لنگهہ. مون ڪالهہ بہ توکي ان بابت چيو هو.“
عجيب ڳالهہ هئي جو ايڏي تکين منين ڳالهين ڪانپوءِ بہ هو وري شام جو پاڻ ۾ مليا.
”سڀ چون ٿا تون ڪنواري مريم آهين.“
”سڀ غلط آهن. تنهنجو ڪالر ڏاڍو ميرو ٿي ويو آهي.“
”ان ۾ تنهنجو ڇا وڃي.“
”اهو منهنجي فرض ۾ شامل آهي تہ آءٌ پنهنجي مڙس جي پر گهور لهان.“
”آءٌ تنهنجي مذاق کي سمجهان ٿو. مون کي بيوقوف بنائڻ جي ڪا ضرورت نہ آهي.“
”آءٌ بلڪل سنجيدهہ آهيان. تون ان کي مذاق ٿو سمجهين؟“
”پر آءٌ....“
”مون سان پيار ڪر.“
”آءٌ پاڻ کي انهيءَ لاءِ مجبور نٿو ڪري سگهان.“
”تون پنهنجي دل کان پڇي ڏس! ٺيڪ آهي آءٌ پنهنجا لفظ واپس وٺان ٿي ۽ ها اسين پنهنجي ماسيءَ جي گهر بہ ڪو نہ ٿا هلون.“
سارڪ جي گهر جون چابيون پارگوف جي کيسي ۾ کڙڪي رهيون هيون.
”هل تہ هلون.“
”ڪيڏانهن؟“
”اڄ تہ سهين.“
”آءٌ مذاق ڪري رهي هيس. منهنجي ماسيءَ جو ڪو بہ وجود ڪونهي.“
”ڪا ڳالهہ ناهي، هلي آ.“
آسمڪ بستر تي ليٽي پيئي. سندس چولو سٽرن کان ٿورڙو مٿي رسڪي ويو.

”هون! تہ تون چوين ٿي تہ اسان ٻيئي شادي ڪيون.“ پارگوف گهٽيل آواز ۾ چيو.

”وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ.“

هن بي اختيار ڪيس چمي ڏني ۽ پوئتي هٽيو.

”آءُ تنهنجي شاديءَ جي مراد هتي پوري ٿيڻ نہ ڏيندس.“ هن اهو چوندي مرڪي ڏنو.

”تہ پوءِ تون هتي ڇو آئيينءَ.“

”تون راهہ رُلي ڇڪو هئين. تنهنجي نظر ۾ تہ بس هر شيءِ معمولي ۽ خسيس آهي، چڱو هل تہ هلون.“

”تون ڪيڏانهن بہ وڃي نٿي سگهين.“

”پاڳل نہ ٿيءُ. توکي چڱيءَ طرح خبر آهي تہ آءُ وڃي رهي آهيان ۽ تون مون سان هاڻ خواب گاهہ ۾ ئي ملي سگهين ٿو.“

پارگوف جي چهري تي سواءِ پيار جي، انيڪ رنگ بدليا ڪاوڙ، حيرت، زخم ۽ پيڙا.

”پاڻ کي ڏوهاري نہ سمجهہ.“ ائين چوندي آسمڪ ڪيس پاڪر پاتو. ”هن ڪان اڳ ڪنهن بہ توسان سچو پيار ناهي ڪيو. هنن توسان ڏوکو ڪيو ۽ تون هنن کي دوکو ڏيندي پاڻ دوکو ڪائي وئين ۽ امر پيار توکان ڪوهين ڏور رهيو. مون کي پنهنجي گهر وٺي هل پارگوف!“

اُن رات وٽس سچي ۾ مهان ڪوتا جنم ورتو. ڪوتا جو مکيہ ڪردار هڪ غير معمولي ۽ قابل نفرت ڇوڪري هئي.

پارگوف ۾ آيل تبديلي سندس دوستن کي ڏاڍو مايوس ڪيو. اوچتو ئي پارگوف جو پائيپ گم ٿي ويو ۽ هن پنهنجو گهڻو وقت خواب گاهہ جي درياءَ جي هينان ئي ٻيهي گذاريو ٿي. هن پاڻ کي هر ٻيري ڇؤواٽي تي پيل بينچ تي وينل پاتو ۽ هڪ ڏينهن جڏهن هن ٿاءِ ٻڌڻ سِڪي ورتي تہ، هو بہ ٻين ماڻهن جيان ڏيڪائي ڏيڻ لڳو.

* * *

## اڪوتگاوا

**سياري** جي هڪ جھڙالي شام جو آءٌ ريل جي سيڪنڊ ڪلاس دٻي ۾ ويٺو هوس ۽ ريل جي ڇٽڻ جو انتظار ڪري رهيو هوس. حيرت جي ڳالهه اها هئي تہ، دٻي ۾ مون کان سواءِ ٻيو ڪو بہ مسافر ڪونہ هو. پليٽ فارم خالي پيو هو ۽ ڪو بہ ماڻهو پنهنجي عزيز، مائٽ، يا دوست کان موڪلائڻ لاءِ ڪو نہ آيو هو. پليٽ فارم تي مڪمل خاموشي ڇانيل هئي. پر ڪيڏي ڪيڏيءَ مهل ٻليءَ جي پونگڙي جو اُداس آواز ٻڌڻ ۾ آيو ٿي. اهو سڀ ڪجھ منهنجي مزاج وٽان هو. سستي ۽ بيزاري، منهنجي وجود کي ڏنڊلي آسمان جيان وڪوڙي ويئي هئي. سستي بہ ايڏي جو ٿيلهي مان شام جي اخبار ڪيڍڻ بہ ڪونہ ٿي پڳي.

ٿوري دير کان پوءِ سيٽي وڳي. آءٌ ڏاڍو ٿڪل هوس ۽ سيٽ کي ٽيڪ ڏيو، دريءَ جي شيشي مان ٻاهر نهاري، ريل جي ڇٽڻ جو انتظار ڪري رهيو هوس. هاڻي ٻليءَ جو پونگڙو پنهنجي پوري قوت سان ميائو ميائو ڪري رهيو هو ۽ ان جي وچ ۾ رکي رکي گارڊ جي سيٽيءَ جو تيز ۽ ڇيندڙ آواز پڻ اچي رهيو هو. مون کي پليٽ فارم ۽ ان تي موجود هر شئي کان نفرت هئي. هڪ ڇوڪري، جنهن جي عمر اٽڪل سورنهن سال هئي، سيڪنڊ ڪلاس گاڏي جو دروازو کولي، اندر ڏوڪي آئي ۽ ريل جهٽڪي سان آهستي آهستي هلڻ شروع ڪيو. پليٽ فارم ۽ اُن تي موجود سڀ قابل نفرت شيون، آهستي آهستي، منهنجي نظرن کان اوجهل ٿينديون ويون. مون انهيءَ عذاب مان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ تي، سگريٽ دکايو ۽ ڇوڪريءَ تي اکيون کپائي ڇڏيون، جيڪا منهنجي سامهون ويٺي هئي.

هوءَ ٻهراڙيءَ جي ٻالي ڀولي ڇوڪري هئي ۽ منهنجي معيار ۽ مطالعي کان قطعي مختلف هئي. هن پنهنجي مٿي جي اٽيڻ وارن کي ڳنڍيون ڏيئي پوپٽ

جيان، گل ٺاهي ڇڏيو. هن جون سرديءَ سبب ڦاٽل ڳلون اڻ وڻندڙ لڳي رهيون ۽ ايتريون تہ ڳاڙهيون هيون جڻ اُنهن کي ڪنهن هٿن سان مهٽي ائين ڪيو هجي. هن جي جهول ۾، هڪ وڏي هڙ رکيل هئي ۽ سندس پوتي ڪلهن تان هيٺ لڙڪي رهي هئي. هوءَ هڙ ۽ ٿرڊ ڪلاس جي ٽڪيٽ کي پنهنجن سڪل ۽ گدلن هٿن ۾ ائين قابو ڪريو ويٺي هئي جڻ تہ اُهي سندس آخري سهارو هئا. هن جي چهري ۾ جَهريون پيل هيون ۽ سندس ڪپڙا ميرا ۽ ڦاٽل هئا. هن مون کي ذرو بہ متاثر نہ ڪيو هو ۽ صفا چٽ ۽ جاهل ڇوري هئي جنهن کي، اها بہ خبر ڪو نہ هئي تہ ٿرڊ ڪلاس جي ٽڪيٽ تي سيڪنڊ ڪلاس ۾ سفر نٿو ڪري سگهجي.

مون هن جي پريشان ڪندڙ وجود کي وسارڻ جي شعوري ڪوشش ڪندي، سگريٽ دکايو ۽ ٽيلهي مان اخبار ڪڍي، پڙهڻ شروع ڪئي. ريل گاڏيءَ جي تيز هلڻ سان، جهڪي روشنيءَ ۾ جڻ ساهہ پئجي ويو ۽ تيز روشنيءَ ۾ اخبار جي سرخين مون ۾، انهن کي پڙهڻ جو اڻ ميو شوق پيدا ڪيو.

اخبار جي ڪالمن ۾ روزمره جي زندگي جا واقعا ۽ عام خبرون هيون. جهڙوڪ: اقتدار جا جهيڙا، امن جو مسئلو، گهوٽ ڪنوار جا نبيرا، رشوت جا ڪيس، ٽيجهي جو اطلاع ۽ طلاق نامہ وغيره. ريل گاڏي جيئن ئي سرنگهہ ۾ داخل ٿي تہ، مون کي لڳو تہ ريل جڻ پوئتي هلي رهي هجي. مون ان جي تصديق لاءِ شعوري طور پنهنجون نظرون هڪ سيٽ کان ٻي سيٽ ڏانهن ڊوڙايون.

ڇوڪري ساڳيءَ طرح منهنجي اڳيان چپ چاپ ويٺي هئي. مون کي لڳو تہ دنيا جون سڀ ڪوجهايون ۽ برايون انسان جي روپ ۾ اچي منجهس سمايون هيون. مون کي هن کان ڪراهت اچي رهي هئي. ريل، سرنگهہ، ڇوڪري، اخبار......... مون کي سڀني کان نفرت ٿي رهي هئي. سڀ ڪجهہ ٿڪائيندڙ ۽ نفرت لائق ئي تہ هو. سڀني ۾ بيهودگي ۽ ڪميٽائپ کان سواءِ ٻيو ڇا هو؟ مون اخبار کي واپس ٽيلهي ۾ رکي، اکيون بند ڪري، هن ڪوڪلي دنيا کان پري، ٻي دنيا ۾ ڪوئجڻ جي شعوري ڪوشش ڪئي.

ڪيترائي منٽ گذري ويا. اوچتو ئي هڪ اجاڻ ڊپ جي احساس وڪهي، منهنجيون اکيون کلي ويون. مون ڏٺو تہ هوءَ پنهنجي جڳهہ تان اٿي، منهنجي پرسان اچي ويٺي هئي ۽ نهايت بي خبريءَ مان، دري کولڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. دريءَ جو ڳرو فريم کولڻ جي ڪوشش ۾، سندس جهريون پيل ڳلون اجا بہ وڌيڪ ڳاڙهيون ٿي ويون هيون ۽ هن جي سهڪ، جو آواز ريل گاڏيءَ جي گوڙ ۾ بہ، آسانيءَ سان ٻڌڻ ۾ اچي رهيو هو. مون کي هن جي انهيءَ حالت تي،

ڪجھ رحم آيو.

پر مون ڏٺو تہ، هاڻ اسين بہ سرنگھہ جي ويجهو پهچي چڪا هئاسين. جبل اسان جي ويجهو اچي رهيا هئا ۽ ائين لڳو ٿي تہ اُهي اسان جي مٿان چڙهي ويندا. ڇوڪري لڳاتار دري کولڻ لاءِ، ننهن ڇوٽيءَ جو زور لائي رهي هئي. مون کي سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ، هن دري ڇو کولڻ چاهي ٿي؟ مون کي سندس اهو انگل، ناگوار گذريو ۽ مون سخت غصي ۾ ڪاوڙمان نهاريو. پر هوءَ ان کان بي نياز، پنهنجي ڏڪندڙ هٿن سان دري کولڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هئي ۽ پوءِ...... ريل گرجندڙ آواز سان سرنگھہ ۾ داخل ٿي ۽ ساڳئي وقت دري بہ زوردار نڪاءُ سان کلي پئي. دريءَ جي کلڻ سان ڪاراٺ ۽ هوا، زوڪاٺ ڪندي ڊوڪيندي اندر آئي. ڪاراٺ ۽ دونهين، منهنجي منهن کي ڪارو ڪري ڇڏيو. منهنجو ساهہ منجهڻ لڳو ۽ مون کي کنگھہ ورائي ويئي. جيڪڏهن مون کي کنگھہ نہ ورائي ها تہ، آءُ کيس انهيءَ حرڪت جي عيوض، اهڙي زوردار چنبڙ پٽيان ها جو عمر ڀر ياد ڪري ها. پر هن جي صحت تي ڪو بہ اثر نہ پيو. هن ڳچي ٻاهر ڪڍي، سڌو ان طرف نهارڻ شروع ڪيو جنهن طرف ريل هلي رهي هئي. هن جا اٽيا وار، هوا ۾ اڏامي رهيا هئا. جلد ئي گاڏيءَ ۾ ڦهليل ڪاراٺ ۽ دونهون گم ٿي ويو ۽ ڌرتيءَ جي سيني تي ڦٽل ساون کيتن مان ايندڙ تازي هوا گاڏي ۾ داخل ٿيڻ لڳي.

ريل سرنگھہ مان نڪري، جبلن جي وچ ۾ اڏيل ڳوٺ جي ويجهو لنگهي رهي هئي. هاڻ ڳوٺ جي ڦاٽڪ جي ڀرسان ڪکاين جهوپڙين ۽ انهن جي ڀرسان گندگي، صاف ڏسڻ ۾ پئي آئي. ان ڦاٽڪ جي ڀرسان ٽي ڇوڪرا بيٺا هئا، جن جا ڪپڙا ڦاٽل، وار اٽيا ۽ ڳلون ڦٽل هيون.

اهي سڀ ننڍڙا هيا. ۽ ائين ٿي محسوس ٿيو تہ مسلسل کلئي آسمان هيٺ بيهڻ ڪري، سندن قد ننڍڙو ٿي ويو هو. سندن ڪپڙن جو رنگ بہ سندن اداس ۽ ڏکويل ڳوٺ جهڙو هو. جيئن ئي ريل اتان گذري، هنن گهوريندڙ اکين سان، اندر نهارڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ پنهنجا هٿ مٿي ڪٽي هوا ۾ لوڏيا ۽ پنهنجا چپ ننڍڙن پکين وانگر کوليا، تہ جيئن هو پنهنجي وڏ ۾ وڏ قوت سان خدا حافظ چئي سگهن.

ان وقت ڇوڪري، جنهن پنهنجو اڌ جسم دريءَ کان ٻاهر ڪڍي رکيو هو. پنهنجون ٻاهون ڊگهيون ڪيون ۽ پنهنجا هٿ لوڏي ڪانئن موڪلايو ۽ پوءِ....... آسمان مان انهن ڇوڪرن جي ڀرسان، چار پنج آسماني رنگ جهڙيون نارنگيون ڪريون. اهو منظر، مون کي ڪجھ وقت لاءِ سوچن جي ساگر ۾ ڪٽي

ويو.

مون کي هاڻي سڀ ڪجهه سمجهه ۾ اچي ويو. ڇوڪري جيڪا شايد گذر سفر جي ٻُولا ۾، پنهنجو ڳوٺ ڇڏي ڪيڏانهن وڃي رهي هئي، پنهنجي جهول ۾ پيل نارنگيون پنهنجي ڀائرن ڏانهن اڇلايون. جيڪي حيرت ۽ آسوندي اکين سان، پنهنجي ڀيڻ کي خدا حافظ چوڻ لاءِ، ڦاٽڪ تي آيا هئا.

نما شام جي وقت، غريب ڳوٺ جو اداس ڦاٽڪ جتي، ٽي معصوم ٻارڙا، جيڪي ننڍڙن پکين سمان هئا ۽ نارنگيون، جيڪي هنن جي وڏي ڀيڻ انهن ڏي اڇليون هيون...... اهو سمورو منظر اک ڇنڀ ۾ منهنجي نظرن کان اوجهل ٿي ويو. پر منهنجي دل تي سدائين لاءِ، هڪ نه متجندڙ ڏنڀ ڏئي ويو.

مون کي هاڻ محسوس ٿيو ته، مون ۾ زندگيءَ جو وهڪرو موٽي آيو هو. مون کي زندگي هاڻ ڏاڍي پياري لڳي رهي هئي. مون حيرت مان، نوجوان ڇوڪريءَ ڏانهن ائين نهاريو ڄڻ، هوءَ ڪنهن ٻي مٽيءَ مان ٺهيل هجي. هاڻ، هوءَ منهنجي سامهون، پنهنجي سيٽ تي واپس وڃي ويٺي هئي. ۽ پنهنجي ڦٽل ڳلن کي رئي سان ڍڪي، ٽرڊ ڪلاس جي ٽڪيٽ ۽ هڙ کي، پنهنجن هٿن ۾ ائين مضبوط جهليو ويٺي هئي ڄڻ ته اهو ڪو قيمتي خزانو هجي.

انهيءَ وقت مون کان ٿڪاوٽ وسري وئي. ۽ مون کي پنهنجي هٿ ٺوڪي بيزاري، اَڪارت ۽ واهيات زندگيءَ تي سخت نفرت ٿيڻ لڳي.

* * *

## انڪت قافلا

### نائرير عدليان

**ڪنهن** زماني ۾ هن ڌرتيءَ تي، ريلن، بسن ۽ هوائي جهازن کان بہ گھڻا اٺ هوندا هئا. ماڻهو اٺن تي، هڪ ڳوٺ کان ٻي ڳوٺ، هڪڙي شهر کان ٻئي شهر، هڪڙي ملڪ کان ٻئي ملڪ، ڏي سفر ڪندا هئا. ماڻهو اٺن وسيلي رڻ لتاڙيندا هئا ۽ سپاهي اٺن تي چڙهي جنگ جي ميدان ۾، دشمن جي سامهون ٿيندا هئا.

انهن ڏينهن ۾، اٺن جو وٽج واپار اُتم ليکيو ويندو هو. پڙين ۾ اٺن جو وڏو وکرو ٿيندو هو. ۽ ماڻهو وڏي شوق مان اُٺ خريد ڪندا هئا. اٺ هڪ ٻئي جي مقابلي ۾ آندا ويندا هئا ۽ ماڻهو انهن جي اڏامندڙ مٽيءَ ۾ ويڙهہ وڏي چاهہ سان ڏسندا هئا.

وقت گذرڻ سان گڏ اُٺن جو ملهہ ۽ مان گھٽجڻ لڳو. اُٺ گڏهہ کان بہ سستو وڪامڻ لڳو. جلد ئي اٺ ان جي ٻوري ۽ صوفن جي ٽوڪري جي عيوضي ۾ ملڻ لڳو. ايئن اٺ جي اگهہ ڪرڻ تي ڪنهن کي بہ تعجب نہ ٿيو.

هن وقت ۾ اُٺ بيڪار جانور آهي ۽ هاڻ اهو فقط سرڪس يا چڙيا گھر ۾ ئي ڏسي سگھجي ٿو. هن دور جي ٻار کي جيڪڏهن اٺ ڏيکاريو وڃي تہ ڪيس اٺ جو ٿوهو غيرمعمولي ۽ عجيب لڳندو ۽ هو ضرور ان کي ڪنهن پربت جهڙي هاٿي، يا ڪنهن سرندڙ عجيب مخلوق جو هڏو سمجھندو.

ڪيترين صدين کان وسريل ۽ انساني شعور مان ميساريل اُٺ، هڪ ڏينهن پراڻي نائري جي حسين گاديءَ واري شهر مان گذرڻ لڳا.

انهن جي اوچتي ظهور هڪ عجيب ڪيفيت ۽ وڏو هل هنگامو برپا ڪيو. ماڻهن جو هڪ وڏو هجوم، اُنن کي گهيري ويو ۽ ميڙ ۾ موجود هر ماڻهو خوشيءَ ۽ حيرت وچان ڪين ڏسڻ لڳو.

”اڙي هي ته اٺ آهن!“ ماڻهن جي ميڙ مان هڪڙي ايترو تڪڙو چيو جڻ ته ڪيس ڊپ هجي ته، ڪٿي اهي اٺ ٻي ڪنهن مخلوق ۾ تبديل نه ٿي وڃن. ”ڏسو هنن جي پٺيءَ ۾ ڪٻ آهي!“ ٻئي ايئن ڳالهايو جڻ ته پراڻي زماني ۾ انن جو ٿوهو سڏو هوندو هو. ”پاڻو هي ته جهڙا وحشي مرون!“ ٽئين ٽيڪا ٽپڻي ڪئي، هن ايستائين ساڳيا لفظ پي دهرايا جيستائين سندس پير ۾ موجود ماڻهن ۽ خود ڪيس پنهنجن چيل لفظن تي وشواس نه ٿيو.

چوٿين اڪين ڏئي شاهد جي حوالي سان ٻڌايو: ڪنهن اٺ کان پڇيو ته تنهنجي ڳچي وِنگي ڇو آهي؟ تنهن تي اٺ وراڻيو: ”رڳو ڳچي ڇو، دلبر! آءُ ته سڄو ئي ڪٻو آهيان.“

”مزو ته نه ڦتاءِ“ ميڙ مان آواز اڀريا. لڳو ٿي ته ميڙ جي حيرت ۽ خوشي ختم ٿيڻ واري ئي نه هئي.

اُٺ آهستي آهستي وڏي رعب تاب ۽ پنهنجي نرالي چال ۽ انداز سان ميڙ اندر هلي رهيا هئا. سندن ڳچيءَ ۾ پاتل چڙن مان ٽڻ ٽڻ جا سريلا آواز فضا ۾ موسيقيءَ جون لهرون اُڀاري رهيا هئا. ڏامر سڄ جي تپش سبب رجهي رهيو هو. نتهڻ اس ۾ انن جو اهو قافلو ڪنهن مشرقي گيت جيان ڪڏهن به نه ختم ٿيندڙ پاسيو ٿي.

گهٽين، شهر جي وچ ۾ گڏجي چوُراهو ناهي چڏيو هو ۽ ايئن گهٽين جو پاڻ ۾ سدائين لاءِ هڪ رشتو قائم ٿي ويو هو. جيئن ئي ڳاڙهي بتي ٻري ته پيادا روڊ ٽپڻ لڳا ۽ سائي بتي ٻري ته ڪارون زوڪاٽ ڪنديون گذرڻ لڳيون ۽ پوءِ وري واري واري سان ڳاڙهيون ۽ سايون بتيون هڪ ٻئي جي پويان اکيون چنيڻ لڳيون ۽ انن جو قافلو ان لِڪلڪوٽيءَ کان بي خبر چڙا وڃائيندو روڊ پار ڪرڻ لڳو.

گائڪ انن جي قافلي کي پنجينءَ ماڙتان ڏٺو. ۽ ڪائنس حيرت

وچان اوچتو ئي اوچتو رڙ نڪري ويئي. جيئن ئي هن هيٺ لهڻ لاءِ ڊوڙڻ شروع ڪيو تہ هن گهر جي دروازن جي زور سان بند ٿيڻ، ۽ پيرن جي ٽاپ ٽاپ جا آواز ٻڌا.

هر ڪو جلديءَ ۾ هو ۽ ڪين ڊپ هو تہ، ڪٿي اهڙو خوبصورت نظارو سندن اکين کان اوجهل نہ ٿي وڃي.

ٻار گهرن مان ٻاهر نڪتا ۽ هڪ ٻئي کان اڳيان نڪرڻ جي چڪر ۾ هڪ ٻئي کي ڌڪا ڏيڻ لڳا. اهو موڪلن جو وقت هو. اسڪول بند هئا ۽ شاگردن سڄي شهر کي ڪٺي مٿي تي کنيو هو.

گهڙيءَ پل لاءِ قافلو رڪجي ويو هو. سيني کان اڳيون اُٺ ڪاوڙ ۾ اچي ويو ۽ اڳتي چرڻ کان نابري واري بيٺو. هو مالڪ جي لاپرواهي، يا شايد گذريل ڪجهہ ڪلاڪن کان ٿيندڙ حرڪتن، يا ڪنهن ٻئي جي پڙڪائڻ تي صفا اڙي هٽي بيهي رهيو. پر ان جي ڪنهن کي خبر نہ هئي تہ ڇو بيهي رهيو؟

انن جي ڊگهي قطار هاٽي ويهي رهي. ٽريفڪ جام ٿي ويئي ان وقت گرمي بہ سهپ کان ٻاهر هئي. ماٺهو ۽ اٺ هڪ ٻئي کي گهوري نهارڻ لڳا. ڪائي شيءِ چمڪي ۽ انن جي اکين ۾ پيهي ويئي. ماٺهن هڪ پيرو وري ٻازي ڪٽي ورتي.

اٺ چڙا وڃائيندا شهر مان لنگهي رهيا هئا. اڃايل ۽ منجهيل خيالن، ماٺهن ۽ انن ٻنهي کي پريشان ڪري ٿي ڇڏيو. هونءَ گهٽين ۾ رهندڙ هر گهر جا نوجوان ٽوڙي ٻڌا، انن جي پويان پويان ميڙ سان ڊوڙڻ لڳا ۽ انهن جي پويان وري لڳا ٻارڙا.

ماٺهو انن جي پويان ڊوڙي رهيا هئا. انهن ۾ ڪاٻہ ڪمي ڪانہ ٿي آئي، بس رڳو شڪليون مٽبيون رهيون ٿي. جيئن سرءُ جي منڊ ۾ وڻن مان پن ڇڄي ٽڙي پکڙجي ويندا آهن، تيئن ماٺهو بہ ميڙ ۾ ايندا ويا ۽ گهٽين ۽ پاڙن ۾ گم ٿيندا ويا.

ميڙ ۾ هڪ گلابي ڪپڙا پهريل ڇوڪري بہ هئي. جا تيز تيز ڊوڙي رهي هئي تہ جيئن، پوئتان رهجي نہ وڃي. هوءَ ڊوڙي ٿي ۽ بيني ٿي ۽ ڊوڙي ٿي، سندس اکين ۾ عجيب حيرت ۽ چمڪ هئي.

”تنهنجو نالو ڇا آهي؟“ گائڪ پڇيو.

”آئنا“ هن بنا نهارڻ جي جواب ڏنو ۽ ڪجهه دير رکي ڇيائين ”۽ تنهنجو؟“

”گائڪ.“

هو ٻئي ڊوڙي رهيا هئا.

”تنهنجي عمر ڪيتري ٿيندي؟“ گائڪ سوال ڪيو.

”تيرنهن سال.“ هن جواب ڏنو پر اکيون قافلي ۾ ئي کتل هيس.

”تنهنجي؟“ هن پڇيو.

ڇوڪرو چوڏهن سالن جو هو پر هن ڪيس پنهنجي عمر تيرنهن سال ئي ٻڌائي. هن جيتوڻيڪ ڪوڙ ڳالهائڻ نٿي چاهيو پر هن ائين ڪيو. ڇاڪاڻ ته هن ڇوڪريءَ جو ساٿ ڇڏڻ به نه ٿي چاهيو.

ائن ۽ ڪارن موٽرن کي آخر شاهي روڊ تي بيهڻو پيو ته جيئن جنازو گذري سگهي. جيڪڏهن سيارو هجي ها ته ماڻهو احترام سان پير اگهاڙا ڪن ها، پر هي ته اونهارو هو. گرم، ساڙيندڙ اونهارو.

هڪ اوٺار ڪان شايد پنهنجي اٺ جي ڪل مان ٿاهيل ٽوپي، لاهڻ وسري وئي. هو شايد ڪافي وقت ڪان پنهنجي اباڻي ڌرتيءَ جا گيت، ان جو مذهب ۽ رسم رواج وساري ويٺو هو.

بينڊ تان مارچ دوران غمگين ۽ اداس ڌن وڄي رهي هئي. ڪارن ۽ موٽرن جو لشڪر اداس هارن وڄائي رهيو هو. ميڙ ۾ موجود ڪيترائي ماڻهو روئي رهيا هئا، پار ڪڍي رهيا هئا.

ٿوري دير لاءِ هرڪو پاڻ کي يتيم بي يارو مددگار ۽ گنهگار سمجهڻ لڳو هو.

”جاگرافيءَ بابت تنهنجي ڇا راءِ آهي؟“

”ڪافي دلچسپ مضمون آهي.“ آئنا جواب ڏيندي مرڪي ڏنو. هو هڪ ٻئي کي ايترو پسند اچي ويا جو هنن جو پاڻ ۾ ڳالهائڻ جو شوق وڌي ويو.

”مون کي قافلي جي اڳيان هلندڙ اٺ سيني کان وڌيڪ پسند آهي. آئنا چيو.“

”آءُ بہ ان کي پسند ڪريان ٿو.“ ٻنهي ساڳين ئي شين کي پسند ڪيو پي. ڪين خبر هئي تہ ائين ڇو هو!

”هل تہ ان اٺ کي ياڪر پايون!“ آئنا چيو.

”هل تہ اسين پاڻ کي ان اٺ جي پيرن ۾ اڇليون.“ گائڪ چيو. پر هنن ائين ڪو نہ ڪيو ۽ ائين ڪرڻ ماڻهن جو ڪم بہ نہ هو.

”تون تصور بہ نٿي ڪري سگهين آءُ ان اوٺار تي ڪيترو رشڪ ڪريان ٿو.“

”آءُ پڻ“ آئنا ورندي ڏني.

”هو جڏهن بہ چاهي پنهنجي اٺ کي چمي ڏئي سگهي ٿو. ان تي سواري ڪري سگهي ٿو ۽ جي چاهي تہ ڪيس دنيا جي آخري ڇيڙي تائين وٺي وڃي سگهي ٿو.“

”ها، ها جيڪي بہ چاهي ڪري سگهي ٿو.“

”هي پهريون دفعو آهي جو مون ههڙو خوبصورت اٺ ڏٺو آهي.“ آئنا چيو ۽ ٿڌو ساهہ کنيو.

”مون بہ هن کان اڳ اهڙو خوبصورت اٺ ناهي ڏٺو. نہ سرڪس ۾ نہ ئي جانورن جي باغ ۾.“ گائڪ چيو.

ٿوري دير لاءِ هر ڪنهن هڪ ٻئي کي وساري ڇڏيو ۽ پنهنجي پنهنجي دنيا جي مستيءَ ۾ گم ٿي ويا.

ان کان پوءِ گائڪ اڳئين اٺ جي پر سان ويو. هن پيار مان مٿس هٿ ڦيرايو ۽ چڪ ڏيئي ان جي وارن جو ڇڳو پٽيو.

اوٺار هن جي حرڪتن کي ڏسي ورتو. هن اٺمٺ گهري نگاهہ سان هن ڏانهن نهاريو. گائڪ ڏڪي ويو ۽ سندس منهن جو پنو ئي لهي ويو. وارن جو ڇڳو جنهن لاءِ ڪيس ايڏي تڪليف ڪرڻي پئي هئي، هن لاءِ ڪنهن خزاني کان گهٽ نہ هو. هن ان خزاني جو اڌ آئنا کي ڏنو. اڌ ڇڳو ڏيڻ مهل هو ايئن ڪنبي رهيو هو ۽ سندس ساهہ ائين سُڪي ويو هو جڻ تہ هو وارن جو اڌ ڇڳو نہ پر، پنهنجي دل جو اڌ ڏيئي رهيو هجي ۽ آئنا اڌ ڇڳو جيڪو هن لاءِ بہ خزاني کان گهٽ ڪين هو، حاصل ڪندي ائين ڪنبي رهي هئي ۽ سڄو ساهہ ائين سڪي ويو هوس جڻ تہ اهو وارن جو اڌ ڇڳو نہ

پر سندس دل جو اڌ حصو هجي.

ٻيدا ۾ جواڻ وٽن ڊوڙي آيا ۽ انهيءَ اڌواڌ دل مان ذري حاصل ڪرڻ لاءِ منٿون ڪرڻ لڳا ۽ اهڙيءَ ريت، انهن پنهنجي اڌواڌ دل هزارن ڀاڱن ۾ ورهائي ڇڏي. ايتري قدر جو هنن وٽ هاڻ فقط هڪ هڪ وار وڃي بچيو هو.

اوچتو ئي اوچتو ٻه پوڙهيون عورتون سندن ويجهو آيون، جيڪي باقي بچيل وار وٺي روانيون ٿي ويون.

گائڪ ۽ آئنا گهبرائجي هڪ ٻئي کي گهوري ڏسڻ لڳا ۽ هي جيڪي ڪجهه مٿن وهيو واپريو سو ڪين حقيقي ۾ خواب جيان غير حقيقي ڀاسڻ لڳو.

ٽڻ... ٽڻ... ٽڻ اٿ چڙا وڄائيندا ڏور وڃي رهيا هئا. ميڙ هاڻي وکري رهيو هو. سج الهي رهيو هو. چونڪن ۾ گهٽين تي مٽيءَ جون جڻ چادرون وڇائجي ويون هيون. گهرن ۾ وڻن تي گهم ڇائنجي ويئي هئي ۽ هي شام ٻه گذريل سوَن شامن جيان لڙي رهي هئي.

”آءٌ انن جي وارن جي بدلي هزار روبل ڏئي سگهان ٿي.“ آئنا چيو.

”آءٌ اٿ جي وارن جي عيوض هر شيءِ ڏيئي سگهان ٿو.“ ائين چوندي گائڪ ٿڌو شوڪارو ڀريو.

”ڪير آهي جيڪو ائين ڪندو؟!“ ائين چوندي آئنا ٻه ٿڌو شوڪارو ڀريو.

هو ٻئي اداس ۽ پريشان هئا. ڇاڪاڻ جو هنن وٽ ڪابه اهڙي قيمتي شيءِ ڪا نه هئي، جنهن جي بدلي اهي اٿ جا وار حاصل ڪري سگهن.

هڪ فوجي دستو گهٽيءَ ۾ مارچ ڪري رهيو هو. اهو نظارو پڻ دلچسپ ۽ وندرائيندڙ هو. اٿ وڃي چڪا هئا ۽ ٻارڙا گهٽيءَ ۾ لڳل تختي: ”ممنوع علائقو“ جي سامهون بيٺا هئا.

سپاهي مارچ ڪري رهيا هئا ۽ جوين سان ڀرپور ترانو ڳائي رهيا هئا. ڇوڪري انهن ڏانهن گل اڇلايا. گل انهن تائين نه رسيا پر رستي جي پرسان ئي ڪري پيا. سپاهين گلن جي وکري وڃڻ تي مرڪي ڏنو ۽ مارچ

ڪندي لانگهائو ٿيا. سيني ڪان پوئينءَ قطار ۾ مارچ ڪندڙ هڪ سپاهي، جنهن جون اکيون نيريون هيون ۽ قوهه جوان هو. جهڪيو ۽ گلن کي چونڊي انهن جي خوشبوءِ ساهه جي ذريعي اندر اوتي ۽ اڳتي نڪري ويل سپاهين سان ٻيهر شامل ٿيڻ لاءِ ڊوڙيو.

هاڻ هو ممنوع علائقو لنگهي آيا هئا.

”سپاهي ڪيڏانهن هليا ويا!؟“ آئنا حيرت وچان پڇيو.

اٺ ڪيڏانهن گم ٿي ويا؟“ گائڪ حيرت وچان چيو.

هن ڪان اڳ هنن ڪڏهن بہ پاڻ کي ايڏو اداس محسوس نہ ڪيو هو. هنن اٺن کي پيار ڪيو ٿي ۽ چاتو ٿي تہ اٺن بہ ساڻن پيار ڪيو ٿي ۽ چاهيو ٿي تہ اهي سدائين هتي رهن.

پر ڪائنن شايد ڪا غلطي ٿي ويئي هئي.

”اٺ ڪهڙو رستو وٺي ويا؟“ ٻارڙن واتهڙن ڪان پڇيو ۽ ڏسيل پاسي ڊوڙڻ لڳا.

”ڇا اهي شهر ڇڏي بيابان ۾ وڃن تہ اتي ملي ويندا؟“

سج ڪافي وقت ٿيو جو لهي چڪو هو. سندن مٿان رڱو آسمان ڇانيل هو ۽ چوڌس خاموشي ئي ڦهليل هئي.

ٻار تازي ڪيڙيل ڪيت مان گذريا. هن ڪان اڳ هنن ههڙي خوشبوءِ دار ڪليل ڌرتي نہ ڏٺي هئي. هي ڌرتي ڪين ڪونڊبين ۾ ڦتل گلن ۽ شهر جي محلاتن ۽ چوُسولن ڪان بلڪل مختلف لڳي. هنن کي ٿِواٽي تي هڪ پير مرد ويٺل نظر آيو. اهو اندازو لڳائڻ مشڪل هو تہ سندس عمر ڪيتري هئي. گائڪ هوريان هوريان سندس ويجهو آيو ۽ ڪائنس سوال ڪيائين:

”ڇا توهان هتان اٺ ويندي ڏٺا.“

”ها!“ پير مرد وراڻيو

”هو ڪهڙو رستو وٺي ويا؟“

”پهريون رستو توهان کي جلدي انهن تائين پهچائيندو! ٻيو رستو دير لڳائيندو!! ٽيون رستو اوهان کي ڀلائيندو ۽ ڪٿي ڪو نہ پهچائيندو!! پير مرد وراڻيو.

”ٽنهي رستن مان پهريون رستو ڪهڙو آهي؟“

پيير مرد کو بہ جواب نہ ڏنو ڇڻ گهري ننڊ کيس هنج ۾ ليٽائي ڇڏيو هجي.

ٻارن اکيون پوري هڪڙو رستو وٺي هلڻ شروع ڪيو. کين اها ڄاڻ ڪو نہ هئي تہ ڪو ورتل رستو کين ائن ڏانهن وٺي ويندو يا رلائي ڇڏيندو. هلندي هلندي هو ساٽا ٽي پيا ۽ بيهي آس پاس نهارڻ لڳا. هنن پري کان جبل، انهن مان ڦٽي نڪرندڙ آبشار ۽ انهن تي بيٺل ساوا ساوا وڻ ۽ ٻوٽا ڏٺا ۽ هنن انهن جي اوٽ ۾ ڏٺا....

”اڙي اُٺ!!“

هو خوشيءَ وچان وحشين جيان رڙيون ڪرڻ لڳا ۽ ٻي سرت ٽي اڳتي ڊوڙيا. اجان هنن ٽورڙا ئي قدم کنيا هوندا جو هڪدم بيهي رهيا: ”اڙي هي تہ اٺ تہ ڪو نہ آهن هي تہ نائري جي قديم ڌرتيءَ جا جهونا ۽ قديم پهاڙ آهن. جيڪي ڏڱهي قافلي جيان هڪ ڇيڙي کان ٻئي تائين ڦهليل آهن

* * *

# پرياتجو جنم

## پرل بڪ

***آڌي*** رات جو هڪڙو ڇوڪرو بيهوشيءَ جي حالت ۾ اسپتال ۾ آندو ويو. اسپتال جا سڀ وارڊ فل هئڻ سبب، ڪيس انتهائي نگهداشت جي ڪمري ۾ داخل ڪيو ويو. جنهن ۾ پوڙهو مئڪليوڊ اڳ ۾ ئي، آڪسيجن تي رکيل هو. ڇوڪرو جنهن جي عمر سورنهن يا سترهن ورهيه هئي، ڪار جي هينان اچي زخمي ٿيو هو. پورا وار، ڏبرو بدن، رت ڇڏڻ سبب مرجهايل چهرو. هو ڪير هو؟ ڪنهن کي به خبر ڪو نه هئي ۽ نه ئي، ڪنهن سندس متعلق ڄاڻڻ ضروري ٿي ڄاتو.

اسپتال ۾ ان وقت مڪمل خاموشي ڇانيل هئي. ڪلاڪ کن کانپوءِ اسپتال ۾، زندگي وري معمول تي اچي ويندي. مريض ڪنگهندا، ڪنجهندا، ۽ ٿڌا ساهه کڻندا ۽ بارڙا روئڻ شروع ڪري ڏيندا.

روم نمبر ٽيويهين ۾ پڻ خاموشي ڇانيل هئي. زيرو جي جهڪي روشني ۾، نرس پوڙهي مئڪليوڊ کي ڏسي سگهي پي، جيڪو بستر مرگ تي ليٽيل هو. نرس اٿي بي بستري تي ليٽيل، ڇوڪري مٿان چادر وڌي. هاڻي هو ساهه کڻي رهيو هو پر اجا به ڪيس ائين ڪرڻ ۾ تڪليف پئي ٿي. نرس ڪمرو ڇڏڻ کان اڳ، جيئن ئي پوڙهي مئڪليوڊ جي نبض ڏسڻ چاهي ته، هن کي ان ۾ ڪا به حرڪت محسوس ڪو نه ٿي. هن ٽيليفون تي، مريض جي گهر وارن ۽ ڊاڪٽرن کي جلد پهچڻ جو اطلاع ڏنو.

ٿوري ئي دير ۾، هڪ پوڙهي عورت، ان جو نوجوان پٽ، ان جي قد آور

۽ سهڻي ننهن ۽ هن جي نوجوان ۽ هوبهو پيءُ تي ويل ڏيءَ، ڪمري ۾ داخل ٿيا. مسز مئڪليوڊ نهايت حوصلي ۽ دل جي مضبوطيءَ سان، پاڻ سنڀاليو ويٺي هئي. رڳو نرس محسوس ڪيو ته، ٽوپلي لاهڻ مهل مسز مئڪليوڊ جا هٿ ڏڪيا هئا.

ڊاڪٽر وقتي طور تي سرت ۾ آڻڻ جي سئي پيري پوڙهي مئڪليوڊ کي هنئي ۽ رواني ٿيڻ کان اڳ، کين ٻڌايو ته هن سئيءَ سان، هو وڌ ۾ وڌ ڪلاڪ تائين، هوش ۾ اچي سگهي ٿو. تنهنڪري آخري گهڙين ۾، هن سان جيڪي ڪجهه به ڳالهائڻو هجي ڳالهائي وٺن.

”ڏس! اسين سڀ آيا آهيون،“ مسز مئڪليوڊ چٽي ۽ صاف آواز ۾ چوڻ شروع ڪيو ”اسان تنهنجي لاءِ گهيٽي جا ڪپور آندا آهن. پنهنجي باغ ۾ هاڻ بهار ڦوهه جوانيءَ ۾ آئي آهي.“

”بابا! توهان لاءِ اسان ڪچوريون پڻ آنديون آهن،“ جارج پيءُ ڏانهن نهاريندي ڳالهايو ”رِٿ امان کان اڄڪلهه ڪچوريون ٺاهڻ پيئي سکي، هوءَ ڪٽي چا به ڪري پر امان جهڙيون ڪچوريون ٺاهي نٿي سگهي.“

”تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين.“ رٿ ائين چوندي پنهنجا ڏند پيڪوڙيا، پر وڌيڪ ڪجهه به نه ڳالهايو.

”رٿ تمام سٺي بورچياڻي آهي.“ جارج سندس غصي کي، ٿڌو ڪرڻ لاءِ چيو.

”توکي ياد هوندو جڏهن، مون ڪرسمس تي پهريون دفعو ڪچوريون ٺاهيون هيون، جيڪي اڌ ڪچيون ۽ اڌ پڪيون رهجي ويون هيون. مسز مئڪليوڊ وچ ۾ ڳالهايو ”مون ڄاتو ٿي ته، تون ضرور ڪاوڙ ڪندين. پر تو ان وقت هڪ وڏو ٽهڪ ڏيندي چيو هو ته، تو مونسان ڪچوريون ترائڻ لاءِ، شادي نه ڪئي آهي.“

”بابا هن سال به، چيري جي وڻ ۾ گل ٽڙندا. ميري چيو ”مئنا ۽ ڪبريون، جن کي ڪئلينڊر جي خبر ڪونهي، ۽ نه ئي پڙهيل آهن، پر ڪيئن نه بهار جي مند ۾، ساڳئي وقت تي پهچيو وڃن. ۽ ٽارين تي ويهي گلن سان گڏ لڏن ٿيون. چيري، ڪچوريون ۽ تفريح، منهنجا دل پسند مشغلا آهن.“

”مون کي ياد آهي ته، آءٌ ۽ تنهنجو پيءُ هر آچر تي، ڪيڏانهن نه

ڪيڏانهن ضرور گهمڻ لاءِ نڪرندا هئاسين.“
ٻئي بستري تي ليٽيل ڇوڪري جي اکين جا ڇپر مٿي کڄيا، پر ڪنهنجو به ان ڏي ڌيان نه هو. ڇوڪري کي، پاڻ به خبر نه هئي ته، ڪو سندس اکين جا ڇپر ڇري پري رهيا هئا. دماغ جي اٿاهه قافلي ۾، هن ڪي ڪمري ۾ اڻندڙ آواز پڙاڏي جيان ٻڌڻ ۾ اچڻ لڳا.
”اسان جو ٻالڪپڻو ڪيڏو نه سٺو گذريو.“ ميريءَ جو خماريل آواز فضا ۾ گونجيو. ”دل چوي ٿي ته، آءُ امان، بابا ۽ اوهان سڀني سان گڏ، وري ٻالڪپڻي ۾ موٽي وڃان.“
”چپ.“ مسز مئڪليوڊ ڇپن تي هٿ رکندي چيو: ”اوهان جو پيءُ، ڪجهه ڳالهائڻ چاهي پيو.“ هو سڀ اڳتي سريا. پوڙهي چپ چوريا، اکيون کوليون ۽ هيڏانهن هوڏانهن نهاريو.
”پيارا!“ مسز مئڪليوڊ ڳالهايو. ”توکان سواءِ گهر ڪيڏو نه اُباڻڪو ٿو لڳي.“
”پياري........“ پوڙهي ٽٽو شوڪارو پريو.
”اسين سڀ موجود آهيون.“
”بابا، جارج توهان کي سلام چوڻ آيو آهي.“ رٿ وچ ۾ ڳالهايو. ”ننڍڙي هال چيو ٿي ته جڏهن توهان گهر ايندا ته هو توهان کي پنهنجي سائيڪل ڏسيندو جيڪا، توهان اسان کي سندس سالگرهه تي وٺي ڏيڻ لاءِ چيو هو.“
”مون کي ڪرسمس جو ڏهاڙو ڏاڍو وڻي ٿو.“ هڪ دفعي وري ميريءَ جو خماريل آواز فضا ۾ لهرون پيدا ڪري رهيو هو. ”جڏهن اسان هڪ ٻئي ۾ ويهي کلندا ۽ خوش ٿيندا آهيون ۽ رات جو فضا ۾ گونجندڙ گيت، ڪيڏو نه دل لڀائيندڙ هوندو آهي.“ هن منڙي سريلي آواز ۾ گيت جهونگاريو. ”هي ٻارڙو جيڪو آرام پيو ڪري، ڪيترو نه پيارو ۽ سندر آهي........“
ٻي بستري تي ليٽيل ڇوڪري جون اکيون، اڌ کليل هيون. هن پنهنجو مٿو چوريو پر ڪجهه ڏسي نه سگهيو. پر هو ڪمري ۾ اڻندڙ آواز چٽيءَ ريت ٻڌي سگهيو ٿي، هو هاڻ به گيت ٻڌي سگهيو ٿي.
”مون کي...... هر ڳالهه ياد آهي.“ پوڙهي مئڪليوڊ جهيڻي آواز ۾ ڳالهايو.

”ڪرسمس جو ڏينهن.“ مسز مئڪليوڊ چيو. هن جون اکيون سندس مڙس تي ئي کتل هيون. ”اهو خوشين جو ڏينهن هوندو آهي ۽ اسين سڀ گڏجي خوشيون ورهائيندا آهيون ۽ هاڻ ته اسان وٽ هال ۾ بيڪر به چاوا آهن.“

”ميريءَ جو هيڙن ڏينهن ۾ وهاڻ تي ويندو.“

جارج چيو. ”اسان جي ڪٽنب وانگي، هن جو به وڏو ڪٽنب تي ويندو.“

”پر، اسين نه بدلباسين، اسان جي ڪٽنب ۾ جنم وٺندڙ نون انسانن سان اهو رشتو اجا به وڌيڪ مضبوط ٿيندو.“ ميري چيو.

ڇوڪرو هاڻي ڏسي سگهيو ٿي. هو هاڻ اکيون کولي سگهيو ٿي. هن ٻئي بستري تي هڪ پوڙهو ماڻهو ليٽيل ڏٺو، جنهن کي چوگرد ماڻهو ويڙهيو وينا ها.

”شاباس ٻارو! پوڙهي ٻڏندڙ آواز ۾ سڪون سان وراڻيو. پوڙهو اجا پوريءَ ريت هوش ۾ ڪو نه آيو هو.

”توهان ٻنهي کي، اسان جي خواهش جي ڪيئن نه سڌ پئجي ويندي هئي.“ ميريءَ جي آواز ۾ نماڻائي هئي. ”هڪ دفعو مون گاهه مان منڊي ناهي ڀاتي ته، توهان يڪدم صحيح ڪري ورتو ته، مون کي هڪ منڊيءَ جي ضرورت هئي.“

”پر اها توهان کي ڪيئن خبر پيئي ته، مون کي بي- اي جي امتحان ۾ هڪ گهڙيءَ جي ضرورت هئي؟“ جارج پڇيو.

”ڀلا اسان کي پتو ڪيئن نه پوندو؟“ پوڙهي مئڪليوڊ چپ کولي، ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ اکين جا ڇپر مٿي کنيا.

ٻي بستري تي ليٽيل ڇوڪرو هاڻ سڀ ڪجهه محسوس ڪري سگهيو ٿي. هن کي هاڻ زخم ۾ سور به ٿيڻ لڳو. هو ڪيڏانهن وڃي رهيو هو جڏهن، ڪيس ڪار ڏڪ هنيو؟ ڪيڏانهن به نه. هن جو ڪو به ماڳ ڪو نه هو. هو ڏارين ماڻهن کان، اڻ ڄاتل هنڌ کان، اڻ ڄاتل جڳهه ڏانهن ڀڄي رهيو هو. سندس پرگهور لهندڙ ڪير به ته ڪو نه هو. هن کي ڪا به ڪرسمس جي اهڙي گهڙي ياد نه پيئي، جنهن تي ڪنهن ڪيس، گهڙيءَ ڪن لاءِ پيار ڏنو هجي.

”ايندڙ آچر ايسٽر جو ڏڻ آهي.“ مسز مئڪليوڊ چيو. هينئر به ايسٽر

جا گل ڦوهہ جوانيءَ ۾ مستيءَ ۾ جهولن ٿا. هينئر ايسٽر جي وڻ ڇهہ گل جهليا آهن، جڏهن تہ گذريل سال ٽي گل.

”پنج گل“ پوڙهي مڪليوڊ ذهن تي زور ڏيندي ڳالهايو.

ٻي بستري تي ليٽيل ڇوڪرو اهي ڳالهيون ڌيان سان ٻڌي رهيو هو. ايسٽر جو لفظ، هن اڳ بہ ٻڌو هو. ماڻهو ان ڏينهن نوان ڪپڙا پهري، چرچ ۾ ويندا هئا. پر ڇو ويندا هئا؟

پوڙهي مئڪليوڊ جون اکيون وري بند ٿي ويون. مسز مئڪليوڊ ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو هو. هو ڄاڻي ويئي تہ سندس مڙس هاڻ ڪجهہ گهڙين جو مهمان هو. پر هن جو آواز اجا بہ چٽو ۽ صاف هو. هن ٻارڙن کي گهر وڃڻ لاءِ چيو. هنن هڪ ٻئي ڏي نهاريو. سڀ ڪجهہ ڄاڻندي بہ هو نہ رنا.

”بابا خدا حافظ!“ جارج چيو ”اسين وري صبح جو ملنداسين.“

”بلڪل صبح جو سويل پيارا بابا.“ ميري اهو چوندي پوڙهي پيءُ تي جهڪي. هن جي چهري تي پيار ۽ ڪوملتا هئي.

پوڙهي اکيون کوليون پر ڪجهہ نہ ڳالهايو.

ٻي بستري مان، ڇوڪرو پوڙهي ۽ پوڙهيءَ کي ڏسڻ لڳو. هن زور سان رئڻ چاهيو. هن ڇو ٽي رئڻ چاهيو؟ ڇاڪاڻ تہ هن کي ڪو بہ پيءُ نہ هو ۽ هن جي ماءُ ڪيس ننڍي هوندي، اڪيلو ڇڏي ويئي هئي. انهيءَ لاءِ تہ هن جو ڪو بہ ڪٿنب ڪو نہ هو ”تون ائين ئي انيڪ ٻارن جيان، يتيم خاني ۾ وڏو ٿيندين ۽ ڪڏهن بہ خوشيون ماڻي نہ سگهندين.“

”تون منهنجي لاءِ هڪ سٺو خاوند ثابت ٿيئين ۽ منهنجي هر خواهش جو پورائو ڪيو. تو مون کي هميشہ لاءِ خوش ۽ سدا مسڪرائيندڙ عورت بڻايو ۽ اسان پنهنجين خوشين، مرڪن ۽ پيار مان لافاني مرڪ مرڪندڙ ٻارڙا خلقيا آهن.“ هن ساهي کنئي ۽ پنهنجن جذبن کي قابوءَ ۾ رکي، وري ڳالهائڻ شروع ڪيو. ”هاڻ آءٌ ان ڪاٺ جي بنډ وٽان ڪو نہ لنگهندي آهيان، جتي تو مون کي شادي ڪرڻ لاءِ چيو هو. ڇاڪاڻ جو آءٌ هاڻي توکي، اتي پنهنجو هٿ پڪڙيندي نہ ڏسندي آهيان.“ ائين چوندي هن پنهنجا ٻيئي هٿ، پوڙهي ڏانهن وڌايا ۽ سندس هٿ، پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ دٻائي رکيو.

”آءٌ هتي ئي آهيان پياري- - - او پياري.“ مئڪليوڊ جو آواز، جڻ دل

جي پاتال مان نڪتو. هن جي دل جو ڌڙڪڻ بند ٿيندو پيو. پر هن پنهنجا چپ پڪوڙي ڇڏيا ۽ ان ڪان پوءِ وري هن جي آواز ۾ جڻ سگهه اچي ويئي. ”آءٌ ڪاٺ جي بنڊ تي توکان سواءِ وڃڻ ته نهيو پر تصور به نٿي ڪري سگهان.

”پياري مارٿا!“ پوڙهي جي آواز هن جي غنودگي ٽوڙي.

”ها آءٌ تو وٽ ئي آهيان.“

پوڙهي اوچتو ئي اوچتو پنهنجيون اکيون کوليون ۽ ڪيس ڏسي مرڪي چيو: ”سدا بهار زندگي........“ هن جو آواز وري خاموشيءَ ۾ ٻڏي ويو. سندس هٿ ڍرا پئجي ويا، ۽ هن جون اکيون هڪ ڀيرو وري پورجي ويون.

مسز مئڪليوڊ روئي رهي هئي. لڙڪ سندس ڳلن تان، هيٺ ڪري رهيا هئا. ڪجهه گهڙين کان پوءِ، هن پنهنجي مڙس جو هٿ هيٺ رکيو ۽ پيتي کولي، ڪتاب ڪڍيو ۽ ٻڏل آواز ۾ زور سان پڙهڻ لڳي:

”خدا منهنجو پاسبان آهي ۽ آءٌ....“

ڇوڪري اهي لفظ ٻڌا، هن اِهي لفظ يتيم خاني ۾ آچر جي اسڪول ۾ ٻڌا هئا. پر تڏهن انهن جي ڪابه معنيٰ نه هئي. هاڻ هن کي، انهن لفظن جي صحيح معنيٰ جي خبر پئجي چڪي هئي انهن لفظن جي معنيٰ هئي ”پوڙهي ماڻهوءَ کي، جڏهن مرڻ جي پڪ هجي قطعي ڊڄڻ نه گهرجي.“

”توکي ڊڄڻ جي ضرورت ناهي.“ پوڙهي عورت هن کي چئي رهي هئي ”توکي هڪ گهر آهي، اسين توکي پيار ڪريون ٿا، هوءَ هميشه اهو ڪاٺ جو بنڊ ياد رکندي، جتي هنن هڪ ٻئي سان پيار ۽ واعدا ڪيا ٿي ۽ ائين ئي هڪ خاندان جو جنم پيو. پهرين هو فقط ٻه هئا ۽ پوءِ جارج ۽ ميري پيدا ٿيا، پوءِ جارج جا ٻارڙا ۽ هڪ ڏينهن ميريءَ جا ٻارڙا.......“

ڇوڪرو هاڻ وهاڻو سيراندي رکيو ليٽيو پيو هو. هن جو مٿو جلي رهيو هو. پر هاڻ هن کي سور ۾، شدت محسوس ڪانه ٿي ٿي.

”منهنجا پيارا خدا حافظ“ مسز مئڪليوڊ پوڙهي جي چپن کي چمندي چيو. ”ان وقت تائين جڏهن اسان ٻيهر ملنداسين.“

”سڀ ڪجهه ختم ٿي چڪو آهي.“ ڊاڪٽر اندر داخل ٿيندي چيو.

”اڃا سڀ ڪجهه ختم نه ٿيو آهي ۽ ٿي به نٿو سگهي.“ مسز مئڪليوڊ وراڻيو. ”حياتي جيڪا اسان پاڻ ۾ گڏ گذاري آهي، پنهنجي دڳ تي روان دوان، ائين ئي هلندي رهندي، هڪ لافاني جيون جيان.“

”ها بلڪل.“ ڊاڪٽر بنا ڪجھ سمجھڻ جي ئي جواب ڏنو.

پر ڇوڪرو سمجھي ويو تہ، هن ڇا ٿي چوڻ چاهيو. هن چٽ ڏانهن نهاري، سوچڻ شروع ڪيو. اڃي هن کي خبر نہ هئي تہ، جيون ڪهڙي مايا هئي، ان جو آدرش ڇا هو، ان جي منزل ڪهڙي هئي. پر هاڻ هن کي، جيون جي مهانتا ۽ آدرش جي، سڏ پئجي چڪي هئي. زندگي ڪنهن جي پيار ۾، قاسڻ لاءِ ئي هئي تہ جيئن دلين ۾ پيار اوتي سگھجي، ۽ جيون جون گهڙيون ڪلنڊي ۽ مرڪندي گهاري سگھجن ۽ انهن مرڪن مان سنسار جي رچنا ڪري سگھجي ۽ سرشتي کي ويجھہ ۽ امرتا بخشي سگھجي. ڪا ڳالھہ ناهي جيڪڏهن هن کي اڃي ڪنهن بہ پيار ڏنو ناهي، هو خود ئي پنهنجو سنسار چٽيندو، جنهن ۾ پيار ئي پيار هوندو. هو چئوڌس خوشيون ئي خوشيون ورهائيندو.

ڊاڪٽر پوڙهي مٿان پردو وجھي ڇڏيو ۽ جلد ئي بہ ماڻهو اسٽريچر کڻي آيا ۽ پوڙهي کي ان تي کڻي ويا. ڇوڪريءَ ڪجھہ بہ نہ ڪڇيو. هن کي خبر هئي تہ، هاڻ ڇا ٿي رهيو هوندو. گهر جا ڀاتي گهر ۾ ئي موجود هوندا، جيڪو انهن جو پنهنجو گهر هو ۽ هو ان ۾ معمول جيان ناشتو ڪندا هوندا ۽ جارج پنهنجي ماءُ کي چوندو هوندو، گهبرائڻ جي ڳالھہ ناهي. ڪيس پيار ڪرڻ لاءِ، ننڍڙا ٻارڙا موجود هوندا. پر اهو سڀ ڪجھہ هوندي بہ، هوءَ پوڙهي کي وساري نہ سگھندي. ها ڪڏهن بہ نہ. انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ نہ هو تہ، هنن هڪ ٻئي کي بي انتها پيار ڪيو ٿي ۽ سدائين ڪندا رهندا.

ڇوڪري جي من ۾، جيئڻ جو جذبو ڳر کڻي اڀريو. هاڻ هن کي خبر پئي هئي تہ، هن ڇو جنم ورتو هو ۽ هاڻ هن مرڻ نٿي چاهيو. فقط سمهڻ چاهيو ٿي........

صبح جو هن کي دير سان جاڳ ٿي. ڪمرو بلڪل صاف لڳو پيو هو. ٻيو بسترو خالي پيو هو ۽ ان مٿان صاف ۽ ڌوتل چادر وڇايل هئي. دريءَ مان سج جا ڪرڻا ڌوڪي پي آيا. سڄي ڪمري ۾، هو اڪيلو هو. پر زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو هن سوچيو تہ، هو اڪيلو نہ هو. هن ڪان پوءِ هو ڪڏهن بہ اڪيلي زندگي نہ گهاريندو. هو پنهنجو گهر آباد ڪندو ۽ ڪنهن سندر عورت جي ڳولا ڪندو، عورت ٿيندي ئي سندر آهي. هو ۽ پوڙهي عورت بہ تہ سندر ڪاٺي هئي. هاڻ هو پوڙهي مئڪليوڊ کي، ڏسي سگھيو ٿي، جڏهن

جوان هو. هڪ ڏڪو خوبصورت ۽ سگهارو نوجوان. جيڪو ڪاٺ جي بنڊ وٺ بيٺل سندري کي, شاديءَ لاءِ چئي رهيو هو. هو به ان جهڙي ڪنهن سندريءَ کي ڳوليندو, جيڪا ٻارن تي مهربان هجي. هڪ اهڙي ڪاٺيءَ سان شادي ڪندو, جنهن کي خبر هجي ته سٺو ڪاڏو ڪيئن ٺاهجي ۽ ڪيئن ڪرسمس جي وڻ کي سينگارجي. پوڙهو ڪيڏو نه خوش نصيب هو جو هن کي سڀ گهر جا ڀاتي الوداع ڪرڻ آيا هئا ۽ انهن جي وچ ۾, هو ڪيترو نه سڪون سان مري رهيو هو. ”توکي به ان وقت مرڻ ۾ ڪو به ڏک نه ٿيندو, جڏهن تون ٻئي ۾ سمائجي زنده رهين“ هن خيال ڪيو ”جڏهن توکي زنده رکڻ لاءِ هن سنسار ۾ تنهنجي پنهنجي رچنا موجود هجي ته پوءِ مرڻ ۾ ڪهڙو عار.“

نرس ڪمري ۾ داخل ٿي, ”زخمي نوجوان! ناشتي بابت ڇا خيال آهي؟“

”منهنجا زخم ته ڪڏهوڪا ريٽجي چڪا آهن“ ڇوڪري کلي ڏنو. ”آءٌ بلڪل ٺيڪ ٺاڪ آهيان. نرس! مون کي ڪو ڀلو ناشتو ڪراءِ, سچ پچ ته مون کي ڏاڍي بک لڳي آهي.“

* * *

# سعديءَ جي آخري بهار

## آوتڪ آئزڪين

بهار اچي چڪي هئي.

هي انهن بهارن مان هئي. جيڪي، ڌرتيءَ کي نئون روپ ۽ نئون جوڀن ڏين ٿيون. ڏکن ۽ خوشين جو شاعر سعدي هن قسم جون سؤ بهارون ڏسي چڪو آهي

سعدي انهي ڏينهن ننڊ مان صبح جو سوير اٿيو. هو روناليد نديءَ جي ڪناري تي جڙيل باغ ۾ ويو ته جيئن هو بلبلن جا گيت، جن ۾ بهار جي سوڀيا ۽ سندرتا جو ذڪر هو، هڪ دفعو وري ٻڌي سگهي.

هن جون نظرون شيراز جي ڪيتن ڏانهن کڄي ويون. هن ڏٺو سڄو باغ، قدرت جي حسين گلاب جي گلن سان جهنجهيو پيو هو. جيڪي ڪوهيڙي جو گهونگهٽ اوڍيو، اسر جي گهري ننڊ ۾ ستل هئا.

سعدي موتئي جي گلن جي ڀرسان، چبر تي ويهي رهيو. هن ڪن پل لاءِ گلاب جي مکڙيءَ کي هٿن ۾ لوڏيو ۽ دل ئي دل ۾ ڀڻڪيو: "گلاب جي مکڙي صبح جي ٿڌڙي هير لاءِ پنهنجا چپ ائين کولي ٿي، جيئن ڪا ڪنواري سندري پنهنجي من گهرئي محبوب جي ياڪر ۾ مرڪي ڏي."

جيتوڻيڪ سعدي هاڻي ٻڍو ٿي چڪو هو ته به هو ۽ سندس روح اڃا بند ڪنن ۽ اکين جي ذريعي، حيرت ۾ وجهندڙ واقعن ۽ دنيا جي روپ سروپ کي، اڄ به چڱيءَ پر محسوس ڪري سگهيو ٿي. اڄ به سندس روحاني ۽ مقدس شاعريءَ ۾، ڏورانهين خاموشي، ۽ گيتن جو پڙلاءُ، ٻڌڻ ۾ آيو ٿي. زمرو خط پڪي، جيڪو تارن جي بادشاهي ۾ ڪوهه ڪاف جبل جي

چوٽيءَ تي پنهنجو آکيرو اڏيندو آهي، تنهن اج بہ ساڻس ڳالهايو ٿي.

چمڪدار اکين ۽ پورن پرن وارين بلبلن اج بہ سندس دلفريب رباعيون ڳايون ٿي، جن ۾ اج بہ اوتري پيار جي گرمي ۽ مستي محسوس ٿي ٿي.

اڳي جيان اج بہ انهن گيتن سعديءَ جي من ۾ اهو ئي مانداڻ ٿي پيدا ڪيو. اج بہ اهي رباعيون ۽ گيت، سندس دل ۾ پڙاڏي جيان گونجيا ٿي.

اج بہ صبح جي ٿڌڙي هير لڏندڙ ۽ لمندڙ گلن کي، ڪنواري دوشيزه جيان چمي ڏيئي مرجهايل گلن جا سلام تي ڏنا ۽ سعديءَ جو روح، پيار جي انهيءَ انوکي اظهار کي، اج بہ سمجهي سگهيو ٿي.

”هڪ پيار ڀري دل ئي قدرت جي ٻولي کي صحيح نموني سمجهي سگهي ٿي. دنيا سر سنگيت سان ڀريل آهي. ۽ سندس سونهن لافاني آهي.“ هن کي پنهنجا اهي لفظ ياد آيا، جيڪي هن گهڻو اڳ چيا هئا. جن کي بلبلن پنهنجي منڙي آواز ۽ حسين گلن پنهنجي من موهيندڙ خوشبوءَ جي ذريعي، دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچائي ڇڏيو هو.

ائين سوچيندي هن پنهنجيون اکيون پوري ڇڏيون ۽ هن کي ائين لڳو ڄڻ ساري سنسار جو عڪس سندس دل جي آئيني ۾ سمائجي چڪو آهي، هن کي ائين محسوس ٿيو تہ ڄڻ دنيا، سندس دل ۾ موٽي آئي آهي.

هن جي اکين اڳيان، هينئر بہ هندستان جون خاموش نديون ڦرڻ لڳيون، جيڪي ڪنول جي ڪومل گلن سان سٿيون پيون هونديون هيون.

هن کي ياد آيا اهي هاٿي، جيڪي جهنگل ۾ بلڪل وائڙا وائڙا ۽ مايوس نظر ايندا هئا. هن جي ذهن تي تري آيا دهليءَ جا سونا محلات، جن ۾ رهندڙ سندرين کي وارن ۾ ڪرمچي گل لڳل هوندا هئا.

هن طوران جا طوفاني ميدان بہ ڏنا هئا ۽ اهي ارڏا انسان پڻ، جيڪي چمڪندڙ تلوارن سان طوفان جي پرن تي، آسمان ۾ اڏامندا هئا.

هن جي ذهن جي پردي تي ڦري رهيا هئا بيابان، ۽ ننهڻ اُس ۾ هرڻن پنيان ڀوڙندڙ شڪاري، ۽ انهن مٿان لامارا ڏيندڙ سرٽيون.

هن ڏٺا ۽ نہ ڪتندڙ قافلا پڻ ڏنا هئا، جيڪي چڙا وڄائيندا، عبادت

ڪندا ۽ ڳائيندا مڪي ڏانهن وڃي رهيا هئا.

هن جي دل تي تري آيا مصر جا مشهور احرام ۽ حيرت ۾ وجهندڙ عجب اسرار. هن کي ياد آيو نيرو ۽ اٿاهه ساگر. هن کي ياد آيون دمشق جون بخمل جيان نرم نازڪ دوشيزائون، جيڪي پنهنجي ريشمي بدن ۽ ڪومل ٻانهن سان، ڪيس ڀاڪر ۾ ايئن سمائينديون هيون جيئن ڳچيءَ ۾ هار.

سعدي هڪ ٿڌو ساهه کنيو ۽ پنهنجي پوريل اکين کي پٽي مٿي نهاريو.

”افسوس منهنجا هڪ سئو سال، هڪ حسين ۽ پياري خواب جيان گذري ويا. زندگيءَ جا هڪ سئو سال، هڪ پل ۾ گذري ويا. ائين چڻ هو هڪ رات جو کيل يا تماشو هو. توهان جيڪي منهنجون ڪوتائون، مٺڙيون بلبلون، گلاب جون حسين پنکڙيون، ۽ نرم نازڪ دلفريب ۽ خوشي بخشيندڙ دوشيزائون آهيو، توهان سڀ منهنجيون انهيءَ عرصي دوران محبوبائون رهيون. توهان جو هن سڄي عرصي ۾ مون سان بيحد پيار ۽ ساٿ رهيو!“

صبح جي سج باغن، گلن، گاهن ۽ پهاڙن کي روشن ڪري ڇڏيو ۽ جڏهن سج، ڪنهن اڻڄاڻ منزل ڏانهن روانو ٿي ويو تہ رات، انهن سڀني جي مٿان هيرن جڙيل چادر پکيڙي ڇڏي.

جيئن ئي هن نيري آسمان ۽ سج جي سونهري روشنيءَ ۾، اڏامندڙ پکين ڏانهن نهاريو هو خيالن جي اونهي ساگر ۾ هليو ويو. هن انهن ڏي عجب ۽ حسرت ڀرين نگاهن سان نهاريو ۽ بي اختيار چئي ڏنائين:

”بيشڪ دنيا عجيب ۽ پراسرار آهي. هڪ سندر ۽ دلچسپ ڪهاڻي آهي. هن جي سونهن لافاني ۽ حيرت ۾ وجهندڙ آهي.“

هن دنيا جي عجب اسرارن تي وري ڳالهايو. ”دنيا کي آئون هر روز ڏسان ٿو. ۽ هر روز اها مون کي نئين ڀاسي ٿي. ۽ ايئن لڳي ٿو ڄڻ آءٌ دنيا کي، پهريون دفعو ڏسي رهيو هجان. دنيا، جيتوڻيڪ ڪليل ڪتاب آهي، پر تڏهن بہ حيرت ۾ وجهندڙ آهي. دنيا جيتوڻيڪ پراڻي آهي، تہ بہ نئين ڏسڻ ۾ اچي ٿي. سدائين جوان جماڻ ۽ لافاني جوڀن سان ڀرپور. منجهس لافاني

حسن آهي. جنهن جو ڪنهن سان بہ مقابلو نٿو ڪري سگهجي.“

سعديءَ دنيا تي هڪ دفعو وري نظر وڌي، هن کي ان جا گهڻا ڪارج ۽ عجب ڪرشما نظر آيا. هن جي ذهن تي تري آيا بہ ڪبوتر، جيڪي ڳاڙهي مرجان جهڙن پيرن سان، چراگاهہ تي چڳي رهيا هئا ۽ گهوگهو ڪري رهيا هئا ۽ سعدي ٻيهر ڏاڍيان ڳالهائڻ شروع ڪيو:

”دنيا سندر آهي ۽ موهي ٿي ۽ اُن ۾ موجود هر شئي، نظر نہ ايندڙ جادوگرياڻيءَ جي هٿ ۾ جهليل جادوئي لٺ جي تابع آهي ۽ ان جادوگرياڻيءَ، جادوئي لٺ جي ذريعي سڄي دنيا کي، حسين پرين ۽ خوبصورت دوشيزائن جي آڪاڻي ۾ منتقل ڪيو آهي.“

پر! سعديءَ جي خيالن ڦيرو کاڌو. ”دنيا تباهيءَ ڏانهن وڃي ٿي، ٽڪرا ٽڪرا ٿئي ٿي، ۽ تبديل ٿيندي رهي ٿي، پر جيڪي ڪجهہ وري تخليق ٿئي ٿو ۽ هن شاندار دنيا ۾ ٻيهر تعمير ٿئي ٿو، ڇا اهو هن عجيب اپسرائن جي عجيب آڪاڻيءَ جو ورجاءُ ناهي؟ اها ڪهڙي قوت آهي، جيڪا هرڻ جي دل، پيار ۾ ماندي ٿي ڪري ۽ کيس اُين پهاڙن تي چڙهي، انهن سان سڱ ٽڪرائڻ تي مجبور ٿي ڪري؟ اهو ڪهڙو جذبو آهي جيڪو گلاب جي گلن کي خوشبو ورهائڻ لاءِ اپاري ٿو؟ اهو ڪهڙو جذبو آهي جيڪو ماڻهوءَ کي اڻجاتل دائري مان ڪڍي ٿو ۽ کيس رت ۽ گوشت حاصل ڪرڻ لاءِ ڇڪ ٿو ڪري تہ جيئن هو سوچي سگهي ۽ پريشان زندگي نہ گهاري؟؟؟“

سعديءَ جي سوچ ۾ اچا ولولو آيو. ”اهو ڪهڙو اُڏمو آهي جيڪو ماڻهوءَ کي سندس خواهشن جي تڪميل لاءِ اڳتي آڻي ٿو ۽ منجهس جيئڻ جو جذبو پيدا ڪري ٿو ۽ کيس موت کان نفرت ٿو ڏياري.“

”او پيارا! منهنجا محبوب!! تون هڪ اهڙي قوت آهين، جنهن تي فتح پائي نہ ٿي سگهجي. او خوبصورت وحشي!! آءٌ توکي ازل کان سڃاڻان ٿو پر اڄ تائين تنهنجو انت نہ لهي سگهيو آهيان ۽ نہ ئي سروپ ماڻي سگهيو آهيان.“

سعديءَ کي اندر جي انسان ٻڌايو تہ هيءَ ان جي آخري بهار هئي.

هن جي آخري بهار!

باغ جو دروازو کليو. صبح جي ٿڌڙي هير سان گڏ سعديءَ جي محبوبا، جيڪا اڪثر وٽس ايندي هئي، اندر داخل ٿي.

هن جي شرابي چپن ۽ اگهاڙين سفيد ٻانهن هميشه سؤ سالہ شاعر جي بي آرام ۽ اونداهي راتين کي روشن ڪيو هو.

سعدي کيس هميشه پنهنجي ڦوهه جواني، ۽ اٿاهه مرڪندڙ دل سان چاهيو هو. هن کيس گلستان جي لافاني ڪوتا ۾ محفوظ ڪيو هو.

نزهت هن ڏانهن گلاب جي گلن سان ڀريل هٿ وڌايا، ۽ کيس خوشبودار گلن جيترو پيار ڏنو.

شاعر اداس نظر اچي رهيو هو. اداسي ۽ پيڙا، سندس هيڊن چپن تي پڌري هئي.

”او شاعر! تون اداس ڇو آهين. او فاني دنيا جا مرڪندڙ رهواسي! تون ڇو دکي آهين.“

سعدي خاموش رهيو.

”آءٌ تنهنجي خاموشي ۽ گهنڀيرتا کي پيار ڪريان ٿي، او سعدي! تنهنجي اداسيءَ ۾ خاموشي ۽ ڏاهپ سمايل آهي. ڇا تنهنجي پوتر زبان اهو چيو ناهي تہ املهہ موتي ۽ هيرا زخمن مان جنم وٺن ٿا؟ مون کي تنهنجا چيل لفظ اڄ بہ ياد آهن تہ لوبان جيترو وڌيڪ سڙي ٿو، اوترو ئي سندس سڳنڌ چوڌاري ڦهلي ٿي ۽ دل کي وٺي ٿي.“

سعدي پنهنجي محبوبا ڏانهن هيڊي مرڪ مرڪندي گهوري نهاريو.

”ڏس مون توکي پنهنجي باغ مان گلاب جا بخمل جهڙا نرم، نازڪ ۽ ڪومل گل پٽي ڏنا.“

هن سعديءَ مٿان گلن جي ورکا ڪئي ۽ شاعر جي اداس چهري کي لسين ۽ روشن آڱرين سان ڇهيو.

”او آڪاش جي اپسرا! تون مون کي جيڪي گلاب جا گل ڏيندي رهي آهين، انهن کان وڌيڪ سندر گل دنيا ۾ ناهن ۽ انهن جي سڳنڌ ڪڏهن بہ جهڪي نٿي ٿئي. ۽ اهي ڪڏهن بہ ڪومائجن نٿا.“

ها! اهو سعدي جيڪو گلن جي پياري ۽ وڻندڙ خوشبوءِ جو واس

پنهنجي اندر ۾ اوتي ٿو اهو انهن جي ننڍڙي زندگي تي پيلا چو سوچي.؟ جڏهن گلن جي خوشبو تنهنجي هر ساهه ۾ رچي ويندي ۽ ان جو توتي غلبو ٿي ويندو، تہ توکي اهو ياد بہ نہ رهندو تہ، گل تہ گهڻو اڳ کومائجي چڪا آهن.“ نزهت شاعر جي چيل رباعي پنهنجي چانديءَ جهڙي آواز ۾ دهرائي. جيئن ئي هن پنهنجا واسينگن جهڙا وار، سعديءَ جي چهري تي ڦهلائي ڇڏيا، تہ باغ مان وڻندڙ ۽ خوشبودار هير لڳڻ شروع ٿي، جيئن ئي سعديءَ پنهنجا ڏڪندڙ هٿ، نزهت جي وارن ۾ گهمايا تہ آسمان مان انبلٺ جهڙا ڪنپ ڦڙڪڻ لڳا. اهي ڪنپ زمرو خط پکيءَ جا هئا، جيڪو آڪاش ۾ اڏامي رهيو هو.

۽ سعدي پنهنجي روح جي اٿاهہ ساگر ۾ ٽُبي هڻئي. دنيا هڪ خوبصورت پرستان جي آڪاٽيءَ جيان، سندس اکين اڳيان ڦرڻ لڳي، ان ڪان پوءِ هن پنهنجي پياري دوشيزه جي روشن چهري، ۽ شفاف مرڪ تي نظر وڌي. سندس اکين مان ٽمندڙ لڙڪن سندس پراڻي دل کي پسمر ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ هن پنهنجي محبوبا جو هٿ پنهنجي ڇپن جي ويجهو آندو ۽ کيس چمي ڏيئي پنهنجي تڙپندڙ ۽ ڦٿڪندڙ دل جي ويجهو زور سان هٿن ۾ دٻائي رکيو.

”او ديوي! منهنجي شاعري! گلستان جي آخري صفحي تي پنهنجي ڪومل هٿن سان منهنجا هي آخري لفظ لک!“

”اسين پنهنجين خواهشن لاءِ پيدا نہ ٿيا آهيون، اسين عجب اسرار ۾ جيون گهاريون ٿا ۽ رنج ۽ پيڙا ۾ مرون ٿا.“

* * *

# سوکڙي

## آنهہ ٻڪ

**با** ۽ سندس زال، آڌيءَ رات تائين جاڳندا رهيا. ٻئي خاموش ويٺا هئا ۽ ڪافي دير تائين، هنن هڪ ٻئي سان هڪ اکر بہ نہ ڳالهايو. اوچتو با خوشي وچان رڙ ڪئي "مون فيصلو ڪري ورتو آهي." هن جي زال ڪجهہ بہ نہ ڳالهايو. سندس اکڙين مان لڙڪ ڳڙندا، ڏرتيءَ تي ڪرڻ لڳا. واچ ٽاور مان رکي رکي ايندڙ بندوق جي ٺڪائن خاموشيءَ کي ٽوڙي ٽي ڇڏيو. دشمن جي قبضي هيٺ آيل ڳوٺ ۾ اها عام ڳالهہ هئي، تنهنڪري ڪنهن جو اوڏانهن ڌيان نہ ويو. جڏهن گولي يا ٺڪاءَ بند ٿي ٿيا تہ بانس جي بستري تي سُتل 16 ورهين جي نينگر جا ڪونگهرا صاف ٻڌڻ ۾ آيا ٿي.

"نينگر ڪڏهن روانو ٿيندو؟" هن ڏکاري لهجي ۾ پڇيو.

"پروگرام جي خبر ڪونهي، پر هو سڀتت روانو ٿيندو."

"او خدا!" ائين چوندي هن روئي ڏنو.

"اوهين عورتون روئڻ جون پليون آهيو." با چيو.

"ڇا تون اهو برداشت ڪري سگهندين تہ تنهنجو پٽ غدارن جي فوج ۾ ڀرتي ڪيو وڃي؟"

هن جي زال کي خبر هئي تہ سندس مڙس مضبوط ارادي جو مالڪ آهي. هڪ ڀيرو هن ڪو بہ فيصلو ڪري ورتو تہ، ان تان ڪيس هٽائڻ ناممڪن هو. گذريل ٻن هفتن کان هو کيس سمجهائي رهيو هو تہ، هو پنهنجي پٽ ترنگ کي، دشمن جي ڪئمپ ۾ رهائڻ پسند نٿو ڪري، هو

کيس هر حالت ۾ آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ فوج ۾ موڪليندو. ’سندس سامان تيار ڪر ۽ جيڪي پئسا بچائي رکيا اٿئون، انهن کي، هٿ بہ نہ لائجان. اهي نينگر لاءِ آهن. ترنگ اسان جو اڪيلو پٽ آهي. هو هاڻي ڦوهہ جوانيءَ ۾ پير پائي رهيو آهي ۽ آساني سان پاڙيتو فوج جي ڦندي ۾ ڦاسي سگهي ٿو. انهيءَ لاءِ بهتر آهي تہ اسان جلد فيصلو ڪري وٺون. جيڪڏهن آزاديءَ جي جنگ ۾ وڙهندي هو مري بہ ويو تہ بہ، مون کي ان جو ڏک نہ ٿيندو.“ با زال کي سمجهائيندي چيو.

جڏهن پهريون دفعو هن جي مڙس ساڻس ڳالهايو هو تہ هوءَ پريشان ٿي ويئي، پر جڏهن هن دشمن جي ڪئمپ جي ماحول تي سوچيو تہ هن بہ پنهنجي پٽ کي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ فوج ۾، موڪلڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو. هن نٿي چاهيو تہ سندس پٽ پاڙيتو ۽ غدارن جي فوج ۾ شامل ٿي، انقلابين تي گوليون وسائي، جن کين ڏکئي وقت ۾ مدد ڪئي هئي. هن کي اهي گهڙيون ياد پيون جڏهن، هن پنهنجي پٽ کي جنم ڏنو هو. ان وقت آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ فوج ئي، نرس ۽ ننڍڙي ٻار لاءِ ڪپڙا، لٽا ۽ ٻيو گهربل سامان ڏنو هو. جڏهن تہ هنن وٽ خود سواءِ ڦاٽل ڪپڙن جي، ٻيو ڪجهہ بہ نہ هو. انقلابي حڪومت کين گذاري لاءِ هڪ گهر ۽ بہ ايڪڙ زمين پڻ ڏني هئي تہ جيئن هو پنهنجي ٻار جي، آسانيءَ سان پرورش ڪري سگهن. پر ٽن مهينن کان پوءِ، دشمن جي فوج کين ٽڏا ۽ لتون هڻي گهر ۽ زمين ٻنهي تان بي دخل ڪري ڇڏيو. ۽ هنن کي دشمن جي ڪئمپ ۾، رهڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو. اها ڪئمپ جيل کان بہ بدتر هئي. جتي هو هر وقت ڊيڄاريا ۽ ڌمڪايا ويندا هئا.

پنهنجي پٽ جي روانگيءَ لاءِ هوءَ هڪ هفتي کان لڳاتار ڳجهہ ڳوهہ ۾ ڪپڙا ڻاهڻ لڳي. هن جو اندر ڪامي رهيو هو. پوءِ بہ تہ هوءَ هڪ ماءُ هئي. با بستري تي ڪونگهرا هڻي رهيو هو، پر هن کي ننڊ نہ ٿي آئي. هوءَ اٿي ۽ پنهنجي پٽ کي، لالٽين جي جهڪي روشنيءَ ۾ ڏٺائين. ترنگ گرمي هئڻ ڪري، قميص لاهيو ستو پيو هو. ڪيڏو نہ سگهارو ۽ سهڻو جوان نظر اچي رهيو هو. هوءَ لالٽين جي روشنيءَ ۾، چتيون هڻڻ لڳي. جيئن ئي هن سئيءَ سان ٽاڪڻ شروع ڪيو، هن جون اکيون وري بہ لڙڪن سان ڀرجي ويون.

رکي رکي پاڙيتو فوج طرفان، ڇنندڙ گولين جو ٺڪاءُ ۽ پهرو ڏيندڙ فوجين جي ٺاپ ٺاپ جا آواز پڻ اچي رهيا هئا. چوڌاري لڳل سرچ لائٽون، ڪنهن راڪاس جيان شڪار جي تاڙ ۾ نوس نوس ڪري رهيون هيون. پر چوگرد لڳل تارون بينل پاڻيءَ ۾ موت جو ناچ ڪري رهيون هيون. اندر ڪئمپ ۾ ٻه ڪيڏو نه هراس ۽ خاموشي ڇانيل هئي!

”آءٌ ڪيئن جيئندس؟“ پيءُ جي سوال تي پٽ جواب ڏنو.

”مون اڳ ۾ ئي انقلابين جي فوج ۾ شامل ٿيڻ جي فيصلو ڪري ڇڏيو آهي، ۽ آءٌ هاڻي ئي وڃڻ چاهيان ٿو. رات جي اونداهيءَ ۾ ڇو لڪي وڃان؟ آءٌ ڏينهن ڏٺي ڇتي ۽ صاف شفاف روشنيءَ ۾ وڃڻ چاهيان ٿو.“

”نه منهنجا پٽ،“ پوڙهي با وراڻيو. ”رات جو وڃڻ بهتر ٿيندو. مون سڀ انتظام ڪري ڇڏيا آهن. جئين ئي چاچا تو ڊيوٽي سنڀالي، تون نڪري وڃجانءِ.“

”پوڙهي صحيح ٿي چيو“ ترنگ سوچيو. ڪجهه دير خاموش رهڻ کان پوءِ هن چيو: ”منهنجي وڃڻ کان پوءِ هو توهان کي ڪوڙ تڪليفون ڏيندا.“

”ان جي پرواهه ناهي. اهم ڳالهه فقط اها آهي ته تون صحيح سلامت نڪري وڃين.“

نينگر چپ وينو رهيو. هو سوچي رهيو هو ته منهنجي وڃڻ کان پوءِ چاچا ٿي سگهيو ٿي. امان لاءِ ڪانيون ڪير ڪري ايندو؟ امان جي اکين ۾ منهنجي وڇوڙي جو سوچيندي لڙڪ پرجي ايندا. هن ان ڏينهن بابت سوچيو جڏهن هو فاتح جي حيثيت ۾ موٽندو تڏهن هو پنهنجي مائٽن، چاچي ٿام ۽ زانهه کي آزاد ڪرائيندو. ڪئمپ تي موجود سيني پهريدارن کي هٽائيندو. سيني ڪنڊائين تارن ۽ ٽاور کي اڏائي ڇڏيندو. انقلاب جي مدد ڪندڙ چاچا ٿو کي ڇڏي، باقي سيني غدارن کي نديءَ ۾ لوڙهي ڇڏيندو. هن جي اڳيان جنگ جا نظارا ڦرڻ لڳا.

”سيني مشڪلاتن کي مڙس ٿي منهن ڏجانءِ. تو کي جيڪا جوابداري سونپين ان کان نه ڪيٻائجان! جيڪڏهن تون انقلاب آڻڻ چاهين ٿو ته، تڪيلفون ته ضرور ڏسڻيون پونديون.“

ترنگ تڪليفن کان ڪو نه ٿي ڊنو. هن ڪئين پيرا ٻه ٿي ڏينهن

لڳاتار سارين جي ڀنين ۾، گپ ۽ گاري ۾ ڀنا ڪاڏي ڪاڻ جي ڪم ڪيو هو. جيتوڻيڪ ٻڪ ٻچڙو ٿول آهي. پر هن پڪو پهه ڪيو هو تہ هو اهڙين حالتن ۾ مايوس نہ ٿيندو ۽ اهو ڪم جيڪو هن کي سونپيو ويندو، مڪمل ڪري پوءِ ساهہ پٽيندو. ترنگ ڪنڌائين تارن جي لوڙهي ڏانهن نهاريو. هن کي ان جي پريان ڪاهيون ۽ ان جي پويان وهندڙ نديءَ، ساوا ڪيت ۽ انهن جي پويان هن جو پنهنجو اباڻو ڳوٺ ڏسڻ ۾ آيو.

”هڪ ڳالهہ............“ هن جي پيءُ جو آواز وري فضا ۾ گونجيو. ”......جو خاص خيال رکجانءِ، پنهنجا حوصلا هر وقت جاءِ رکجان ۽“ هن ورجائي چيو.

ترنگ پنهنجي پيءُ ڏانهن نهاريو. هو پنهنجي پيءُ جي مڪمل هدايتن جي روشنيءَ ۾، هن جي پيار جي ڪٿ ڪرڻ لڳو. هڪ پيءُ پنهنجي پٽ کي جنگ جي محاذ تي موڪليندي، ڪهڙين حالتن مان گذري ٿو؟ هو ان جي حالت مان اندازو لڳائي نہ ٿي سگهيو. هن کي پنهنجي پيءُ جي پيار سان گڏ، ماءُ جي مامتا بہ ياد پئي. هن سوچيو جڏهن هو روانو ٿي چڪو هوندو تہ، هن جي ماءُ يقينن روئي ڏيندي. ڀلا روئي بہ ڪيئن نہ، هو سندس اڪيلو ئي تہ پٽ هو. جيڪڏهن هن کي هڪ ڀيڻ بہ هجي ها تہ، هوءَ سندس غيرموجودگيءَ ۾ هن لاءِ وڏو ڏڍ هجي ها. رڌ پچاء ۾ سندس مدد ڪري ها. هي ڇاجي خوشبوءِ پئي اچي؟ شايد ڪيس وٽندڙ گانگٽ آهن؟ هن کي ياد آيو، هن گهڻي وقت کان گانگٽ ڪو نہ کاڌا هئا، ڇو جو هتي ان جي شڪار تي بندش هئي. هن کي اهي ڏينهن ياد آيا، جڏهن هو هيپ ندي ۾ گانگٽ ڦاسائيندو هو.

مانيءَ کان پوءِ، با پنهنجي پٽ کي ڪاڳر ۽ پين ڪڍي اچڻ لاءِ چيو. ان کان پوءِ هن پنهنجي پٽ کي، دروازي تي ڪڙي نگاهہ رکڻ لاءِ چيو. انقلابي فوج ڏانهن خط لکندي هن جي ذهن تي اهي امر شهيد تري آيا، جن ڌرتيءَ ڪاڻ جانيون ڏنيون. هن دل ئي دل ۾، انهن جي عظمت کي سلام ڪيو. هن جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا، ۽ هن جا هٿ ڏڪڻ لڳا. هن کي سمجهہ ۾ نہ آيو تہ، هو خط کٿان کان شروع ڪري. با بستري تي ليٽي لکندو رهيو. هن هر هڪ اکر کي ڏهہ ڀيرا ڪاٽيو ٿي. جڏهن ترنگ ڪنگهي

ڪنهن جي اچڻ جو آواز ٿي ڏنو ته، هن ڪاڳر ۽ پين تڏي هيٺان لڪائي ٿي ڇڏي. خط لکڻ ۾ هن کي سڄو ڏينهن لڳي ويو. ان قسم جو خط هن اڳ ڪڏهن به نه لکيو هو.

رات جي ماني هن سوبل پرو ڪاڏي. با جي زال کي ڪاڏو نڙيءَ کان هيٺ ئي نه پيو لهي. ترنگ به تمام گهٽ ماني ڪاڏي. با سڪون سان ماني کائي رهيو هو. هن پنهنجي پٽ کي مخاطب ٿي چيو: "پٽ ڍءُ ڪري ماني کائي وٺ، شايد ماءُ جي پڪل تولاءِ هيءَ آخري ماني هجي." ترنگ جلدي ماني کائي اٿيو. هو سگهاري آواز ۾ ماءُ کي مخاطب ٿيو:

"امان دل نه لاهه، کلي اجازت ڏي. منهنجو سامان ڪٿي آهي؟"

"هي پيو آهي" هن پنهنجي پٽ کي هڪ وڏو رومال ڏنو. ان ۾ هن جي لاءِ ڪجهه مٺائي، ۽ ڪپڙا ٻڌل هئا، رومال مان مٺائيءَ جي خوشبو اچي رهي هئي. ترنگ جون اکيون ڳوڙهن سان پرجي آيون. هن پنهنجو منهن ڦيرائي ڇڏيو جيئن سندس ماءُ سڀ ڪجهه ڏسي نه وٺي.

هن سوچيو انقلابي فوج ۾ اهو رومال ڪيس هميشه ماءُ جي ياد ڏياريندو رهندو. ان کان پوءِ سندس ماءُ هن کي ننڍڙو ٻٽون ڏنو. "هن ۾ تنهنجي لاءِ ڪجهه پئسا آهن،" سندس ماءُ چيو. ترنگ ٻٽون کوليو ان ۾ چوونجاهه پياسٽر پيل هئا، هن هڪ ڪنيو ۽ باقي واپس ڪندي وراڻيو:

"سپاهيءَ کي ايترن پئسن جي ڪڏهن به ضرورت ناهي پوندي."

ماءُ جي گهڻي زور پرڻ تي، هو هڪ وڏيڪ پياسٽر کڻڻ تي راضي ٿيو.

با خط چوڪري جي حوالي ڪيو ۽ کيس تاڪيد ڪيو ته هو اهو خط به انقلابي فوج جي ڪنهن به سپاهيءَ کي ڏي. ان کان پوءِ، هن کيس پڇي وڃڻ جي رستي کان آگاهه ڪيو. گهر جي دروازي تي ماءُ ۽ پيءُ پنهنجي پٽ کان موڪلايو.

ترنگ مکيه دروازو ٽپي ٻاهر پهتو. ان کان پوءِ هو ڪنڊائين تارن مان لنگهي کليل ميدان ۾ ڊوڙڻ لڳو. هو ٿوري دير لاءِ ترسيو جيئن ساهي پٽي سگهي. هن محسوس ڪيو ته هتي جي هوا، ۽ دشمن جي فوجي ڪئمپ جي هوا ۾ ڪيڏو نه فرق هو. هُن نديءَ وٽ پهچي ڪپڙا لاهي، رومال ۾ ويڙهيا ۽ هڪ هٿ مٿي ڪري ترڻ شروع ڪيو. ندي ۾ پوندڙ سرچ

لائيٽ جي روشني واڳوڻ جيان هن جي ڳولها ۾ هئي، پر هن ان جي پرواهه نه ڪئي. هن ندي پار ڪري ڪپڙا پاتا ۽ پڪو روڊ ڇڏي، ڪچي رستي تي گپ ۽ چڪ مان هلڻ شروع ڪيو. هن اڃا ٿوروئي پنڌ مس ڪيو هوندو، جو هڪ آواز ڪنايائين "بيهي رهه." ستت ئي ڪجهه سپاهي نظر ٿيا ۽ بندوقون تاڻي بيهي رهيا. هڪ پڇيو "ڪير آهين؟"

"پناهه گاهه مان آيو آهين" نينگر وراڻيو. "چاچا تام سان ملڻو آهي."

"نيڪ آهي اسان جي پويان اچ." هو هنن جي پويان هلڻ لڳو. ترنگ اتي پهچي خط ڪڍيو ۽ تام کي ڏنو. گوريلا اڳواڻ خط ورتو ۽ بتيءَ جي جهڪي روشني ۾ پڙهڻ شروع ڪيو.

"انقلاب ۽ آزادي جي محاذ جا پائرو!

منهنجي زال ۽ مون کي فقط هڪ پٽ آهي. گذريل وقت ۾ انقلابي فوج، اسان تي انيڪ مهربانيون ۽ ٿورا ڪيا. انهن اسان کي مفت ۾ زمين، ۽ رهڻ لاءِ اجهو ڏنو، جتي اسان سڪون ۽ آرام سان زندگي گذاري. اسين انقلاب، ۽ انقلابين جا وڏا قرضدار آهيون. منهنجو پٽ هاڻ ڦوهه جوانيءَ ۾ پهتو آهي. اسين نٿا چاهيون ته هو پاڙيتو فوج ۾ داخل ٿي اسان جي محسنن تي گوليون هلائي. اسان هي نوجوان، انقلاب ۽ آزاديءَ لاءِ توهان کي سوکڙيءَ طور موڪلي رهيا آهيون. هي اڃا ناتجربيڪار آهي. هن کي هڪ سنو انسان ۽ سچو سپاهي بنائيندا ته اسين توهان جا تا ڄمار ٿورائتا رهنداسين."

فقط... نگوين وان با ... هڪ غريب هاري.

خط جي هيٺان ڪوئلي ۽ اکروٽ جي تيل مان ٻوڙيل، ٻن آڱوٺن جا نشان به هئا.

گوريلا اڳواڻ ترنگ جي ويجهو آيو "نوجوان تون شايد اسان جي جٿي ۾ شامل ڪيو وڃين. هاڻ ڪافي دير ٿي وئي آهي ۽ ها مون وٽ هڪ وڏي مڇرداني آهي. اچ انهيءَ ۾ اچي آرام ڪر." گوريلا اڳواڻ جي ان آڇ تي ترنگ مرڪي ڏنو.

* * *

# توکي مرڻ گهرجي...!؟

## ڪيوڊٽ قدرت

**جنوريءَ**، موسم جو رنگ ئي بدلائي ڇڏيو هو. ميرانجهڙي آسمان هيٺ، دنيا به ميرانجهڙي ڏيکائي ٿي ڏني. ماڻهو ڪمرن ۾ رڌل ٿي نظر آيا. گهڻيون اپاڻڪيون ۾ ماڻهن کان وانجهيون هيون. شاهه بلوط جي ڍگهن وڻن هيٺان پيار وندبيندڙ دليون ڏسڻ ۾ نٿي آيون. مسجدون ۾ جهرڻا ويران ٿي ويا هئا. تفريح ۾ گڏجاڻين جون جڳهيون، جتي بارڙا اُونهاري ۾ اچي رانديون رونديون ڪندا هئا، هاڻي اتي زندگيءَ جا ڪي به رنگ نه هئا. پر چشما پوءِ به صفا ويران نه ٿيا هئا. گهڻو ڪري هر ڏينهن، ڪنهن نه ڪنهن ويل ڪو نه ڪو سڄي ڏينهن جي ڪاپي لاءِ، اتي پاڻي پرڻ ويندو ئي هو.

ڏرتتي ٽاڻي، هڪ ڇوڪرو جيڪو جهرڻي تي پاڻي پرڻ لاءِ ويو هو، گهڻين مان رڙيون ڪندو ڊوڙندو گذريو: ”آغا درشن گذاري ويو!! آغا درشن گذاري ويو!!“

آغا درشن انهيءَ پاڙي جو ڄاتل سڃاتل پخالي هو. هن جي ڄمار لڳ ڀڳ پنجاهه ورهيه هئي ۽ ڪيس ڪاري گول ڏاڙهي هئي. هو ان ڄمار ۾ به جانئو جوان لڳندو هو. هو پنهنجي زال ۽ ٻن ٻارن سان، انهيءَ پاڙي ۾ هڪ جهڳيءَ ۾ رهندو هو.

معمولي اُپت سبب، سندس گذارو مشڪل سان ٿيندو هو. ٻه ڊبا ۽ هڪ ڪنواني، جنهن جي ڇيڙن ۾ گهنگهرو ٻڌل هوندا هئا هن جي ڪل ميڙي پونجي هئي. هو پاڻيءَ جي ڪنواني ڪلهي تي کڻي، هر روز پرهه

ڦٽيءَ کان پاڙي ۾ هوڪو ڏيڻ شروع ڪندو هو.

”پاٽي وارو، آيو پاٽي وارو.“ سندس هلڻ سان ڪنواڻي ۾ ٻڌل گهنگهرو ماحول ۾ موسيقيءَ جون لهرون اپاريندا هئا.

هن جو گجندڙ آواز پاڙي جي هڪڙي ڪنڊ کان، ٻي ڪنڊ تائين، پڙاڏو ڪندو پهچندو هو. جن به گهر ڏياٽين کي، پاٽيءَ جي ضرورت هوندي هئي اهي ڪيس سڏينديون هيون. ”آغا درشن هڪ ور ڏي“ ”ٻه ور“ ”ٽي ور.“ ۽ پوءِ آغا درشن چشمي تان پاٽي ڀرڻ لاءِ جبل تي چڙهي ويندو هو ۽ پاٽي ڀري گهرن تائين پهچائيندو هو. چشمي کان گهرن ۽ گهرن کان چشمي تائين، هو ڪئين ور ڪندو هو. اهو سندس روز جو معمول هو. هن کي پاٽيءَ جي هر چڪر جا، ٽي ”ڪرش“ ملندا هئا. ايتري آمدنيءَ مان، پنهنجي ضرورتن جو پورائو ڪرڻ ائين هو جيئن، سئيءَ سان کوهه کوٽجي. انهيءَ اپت مان چئن ڄڻن جو پيٽ ڀرڻ هن لاءِ ناممڪن هو. پر هو پوءِ به خدا جا شڪرانا بجا آڻيندو هو. سندس زال گل ناز کي، هفتي ۾ ٽي يا چار دفعا، مختلف گهرن ۾ پورهئي جو ڪم ملي ويندو هو. جنهن مان هوءَ، پنهنجي مڙس جي محدود آمدنيءَ ۾، معمولي واڌارو ڪندي هئي. هو گهر ۾ پڪائيءَ سان پاٽي کپائيندي هئي ته جيئن، سندس مڙس واڌو پاٽي وڪڻي، ڪجهه سرس ڏوڪڙ ڪمائي سگهي.

۽ هاٽي! اوچتو ئي اوچتو سڀ ڪجهه ختم ٿي ويو. آغا درشن جي موت جو ڪارڻ، هاٽي ڪو راز به نه رهيو هو. ڪنواڻي جو وزن نه سنڀاليندي، هن جو پير ترڪي ويو ۽ منهن ڀر وڃي پٿرن تي ڪريو. ڪنهن ٿي ڄاتو ته، هو ايترو جلد مري ويندو؟ هو پٿرن کان به سخت جان هو پر ڪنهن ٿي ڄاتو ته پٿر سندس ميڄالو ئي ڪڍي ڇڏيندا؟ شايد سخت جان ۽ مضبوط ماڻهو ائين ئي ٽٽندا آهن؟ شايد ان قسم جي ماڻهن کي، اهڙوئي موت نصيب ٿيندو آهي؟

گل ناز پنهنجي مڙس جي موت جي خبر ٻڌندي ئي، ڇمي پارو ٿي وئي. ڇا اها هن جي سهاري بنجڻ جي سزا هئي؟ يا اها سندس گناهن جي سزا هئي؟

”او خدا“ ايڏو ظالم نه ٿيءُ. پر هي ته هڪ حادثو هو. هن حادثي جا

تہ اکين ڏٺا شاهد هئا، جن ٻڌايو تہ هن جو پير ترڪي ويو هو. هرڪو ان نموني مري سگهي ٿو.

ها! شايد هرڪو ان نموني مري سگهيو ٿي، پر اهي پويان پنهنجي ٻارن ٻچن جي لاءِ ڪجهہ ڇڏي ويا ٿي، گهٽ ۾ گهٽ ايترو جو ٻارن جي گذاري لاءِ گهٽو نہ تہ بہ ڪافي هو. درشن آغا جيڪا پنهنجي خانداني موڙي ڇڏي، اها هئي هڪ ڪنواٽي ۽ بہ ڊبا.

’گل ناز هاڻي ڪيئن ڪنديئين؟‘ هن گهڻو ئي سوچيو پر ڪو بہ فيصلو نہ ڪري سگهي. هن لاءِ پنهنجو ۽ ٻن ٻارن، جن مان هڪ جي ڄمار نو سال ۽ ٻئي جي ڇهہ سال هئي، گذارو ڪرڻ مشڪل هو. هن کي مشڪل سان هفتي ۾ بہ يا ٽي پيرا، ڪپڙن جي ڌوئڻ جو ڪم مليو ٿي. هاڻي هوءَ ان ڪمائيءَ مان ڪيئن ٻن ابهم ٻارن جي ڪک پري سگهندي؟ اڳ تہ پاڻي بہ هٿ تي هو. هاڻ پاڻي ڪٿان ايندو؟ گهڙيءَ پل ۾ سڀ ڪجهہ بدلجي ويو. هن سوچيو ٿوري يا گهڻي پاڻي سان ڪهڙو ٿو فرق پوي؟ هن کي جيڪڏهن سنهو ٿلهو ڪو ڪم ملي وڃي تہ پوءِ ڪا پرواهہ ناهي. پاڻي جنهن سان هن کي ڪيڏو نہ پيار هو. اهو هاڻي هن لاءِ ڌڪار جوڳو هو. هن کي ان جي وهڪري ۾ ويساهہ گهاتي ۽ دشمني ڏيکائي ڏيڻ لڳي.

جيڪڏهن ڪنهن بہ گهر ۾ قضيو ٿي پوي تہ پوءِ فوري طور تي ان گهر ۾ ڪوبہ پاتي چلهہ ٻارڻ يا رڌ پچاءُ جو ڪو نہ سوچيندو. پهرين شيءِ جيڪا ان حالت ۾ گهرجي پاتين کان وسري ويندي آهي اها هوندي آهي ماني. ۽ ايئن وڏ ۾ وڏ، چاليهہ ڪلاڪ يا ٻائيتاليهہ ڪلاڪن تائين ٽئي ٿو ۽ جيئن ئي پيٽ ۾ وڏ پوڻ شروع ٿين ٿا، ۽ چپ خشڪ ٿي وڃن ٿا تہ، گهر جي پاتين مان ڪو چوي ٿو: ”اسان کي ماني کائڻ گهرجي.“ ۽ ماني کائڻ سان وري زندگي معمول تي اچي ويندي آهي ۽ ائين ئي زندگيءَ جو وهڪرو جاري ساري رهي ٿو.

قضئي واري گهر ۾ رسم و رواج مطابق، همدرديءَ طور پاڙي وارا هڪ يا ٻن ڏينهن تائين ماني موڪلي ڏيندا آهن. گل ناز ۽ سندس ٻارن لاءِ پهرين ماني اچي بنگلي جي مالڪ، رئيس آفندي موڪلي. بنگلي جي بيهڪ مان ئي ظاهر هو تہ، ان ۾ رهڻ وارا تمام مالدار هئا. آغا درشن جي

مرڻ جي ٻئي ڏينهن، ٻنپهرن جو هڪ نوڪرياڻي اچي بنگلي مان نڪري، گل ناز جي جهڳيءَ ۾ داخل ٿي. سندس ٻنهي هٿن ۾ ڪاڏي جو هڪ وڏو ٿالهه هو جنهن ۾ قسمين قسمين ڪاڌا، تريل ڳانگٽ، پڪل ڪڪڙ، رڌل گوشت، پلاءُ ۽ مٺائي، وغيره رکيل هئا.

ان ڏينهن حقيقت ۾ ڪنهن به کائڻ نه ٿي چاهيو. ڀلا جنهن جي گهر ۾ قضيو ٿي وڃي، ان جي ڀاتين کي ماني ڪيئن وڻندي؟ پر جيئن ئي نوڪرياڻي ٿالهه تان پوش هٽايو ته سيني جو روح رسڪي ويو. چپ چاپ سڀ اچي تڏي تي ويٺا. شايد ان ڪري جو اڳ ڪڏهن به هنن اهڙو عمدو کاڌو ڪو نه کاڌو هو يا شايد ان ڪري جو سندن خواهشن کي، ڪافي گهاءَ رسيل هئا. پر اصل ۾، عمدي ڪاڌي سيني کي وات ۾ پاڻي آڻي ڇڏيو. منجهند جي ماني کائڻ کان پوءِ، هو وري رات جو تڏي تي گڏ ٿيا ۽ ٻنپهرن جي بچيل مانيءَ جو چسڪو ورتن.

ٻي ڏينهن، ٻي پاڙيسري ماني موڪلي. اهو سلسلو ٿي چار ڏينهن هليو. پر پوءِ جيڪو ڪاڌو آيو ٿي اهو اچي بنگلي جي ڪاڌي جي ڀيٽ ۾ ٽِڪ برابر هو. ان هوندي به اهي ڪاڌا جيڪي سندن گهر ۾ رڌجندا ٿي آيا، ٻاهران آيل ڪاڌا انهن کان هزار بار سٺا هئا. جيڪڏهن اهو سلسلو لڳاتار جاري رهي ها ته، گل ناز ۽ سندس ٻارن کي سڄي ڄمار آغا درشن جي موت جو غم، وسري وڃي ها. پر جڏهن ڪاڌي جا ٿالهه اچڻ بند ٿيا، ۽ اهي ڪوئلا هڪ يا اڌ سير، جيڪي هو ماني پچائڻ لاءِ گهرائيندا هئا، خريد ڪرڻ جي سگهه نه ساري وٺي نٿي سگهيا، تڏهن هنن محسوس ڪيو ته، سندن ڏک ڪڏهن به نه ختم ٿيندڙ آهي ۽ ان پيڙا جو ڪو انت ناهي.

پهرئين ڏينهن، جڏهن ماني اچڻ بند ٿي ته، هنن ڪهڻين ۾ پيرن جي ٽپ ٽپ ٻڌي انهيءَ اميد سان در ڏانهن ڊڪ پاتي ته شايد ڪو مانيءَ جو ٿالهه پوش سان ڍڪيو انهن ڏانهن ڪنيو پيو اچي. پر هنن ماڻهن کي معمول مطابق انهن گهٽين مان پنهنجي ڪم سانگي لنگهندي ڏٺو. رات جو مانيءَ مهل پيرن جي ٽپ ٽپ هنن جو ڌيان نه ڇڪايو ڇاڪاڻ ته، هنن ڄاڻي ورتو هو ته هاڻ هنن ڏي ڪير به ماني نه موڪليندو پر هن کي، اڳي جيان پاڻ ماني ناهڻي پوندي. گذريل ڪجهه ڏينهن کان، هنن تمام عمدي قسم جو

ڪاڏوڪاڏو هو. تنهنڪري هنن لاءِ گل ناز جي هٿن جي رڌل پٽاٽن جو اٽيو ٻوڙ ڪائڻ، ڏاڍو ڏکيو هو. پر هنن ۾ ڪجهه پڇائڻ جي پهچ به ته نه هئي. هو. آخر ڪري به ته ڇاتي سگهيا. تن ڇئن ڏينهن تائين، جيستائين گهر ۾ ٿورو سيڌو سامان هو، هنن کي لانگهو ڪاٽڻو نه پيو. پر پوءِ وارا ڏينهن هنن کي ڏکيا ڏسڻا پئجي ويا. انهن ڏينهن ۾ هنن بچيو ڪچيو بصر، سڪل ليما ۽ پيو جيڪي ڪجهه هِتي هُتي نظر آين، پيٽ کي ڇاپ ڏيڻ لاءِ پئي واپرايو ۽ نيٺ اهو ڏينهن به آيو جڏهن گهر جا سڀ ٽڪر ۽ ٿانوَ خالي هئا. انهيءَ ڏينهن هو ٺلهن آنڊن لنگهڻ سمهي رهيا.

ٻيو ڏينهن به پاڻ سان لنگهڻ ڪٽي آيو. ڏرتتيءَ جي وقت ننڍڙي ٻارڙي رڙيون ڪرڻ شروع ڪيون. "امان آنڊا ٿا وٽجن!" "پٽ ٿورو صبر ڪر، ڪو نه ڪو ته سڏ ورائيندو." ماءُ وراٽيو. بک هنن کي بيحال ڪري ڇڏيو هو. هنن پنهنجو پاڻ کي ٻوڏار ۾ محسوس ڪيو. انهيءَ ڪري هنن ليٽڻ بهتر سمجهيو. ليٽڻ سان هنن کي ائين لڳو ته ڄڻ هو خواب ڏسي رهيا هجن. هنن اڳيان ڪنهن مهل سائي ته ڪنهن مهل ڳاڙهي رنگ جا دائرا ٻرهن ٺهڻ لڳا. هنن جا ڪن پڙاڏي جيان وڄڻ لڳا.

ٻئي ڏينهن گل ناز هڪ خواب لڌو. هن ڏٺو ته گهٽيءَ ۾ ڪو ڪپڙا ڌوئڻ واريءَ جي تلاش ۾ هو. 'گل ناز کي ٻڌائي ڇڏجانءِ ته هو صبحاڻي ڪپڙا ڌوئڻ اچي.' گل ناز جنهن کي، پاڻيءَ کان نفرت ٿي ڇڪي هئي سا هاڻي آتي هئي ته هو ان قسم جو ڪو آواز ٻڌي. پر گهٽيءَ ۾ لنگهندڙ ماڻهن گل ناز کي ڪم تي گهرائڻ لاءِ سوچيو به نه هو. اٿلندو سيني جي اها وائي وات "غريب عورت پريشانيءَ ۽ ڳٽتيءَ ڪري هاڻي ويچاري ڪنهن به ڪم ڪرڻ جي قابل نه رهي آهي."

ان ڏينهن صبح جو ڪنهن به اٿڻ جو نه سوچيو. هنن جي اکين آڏو ماني ڦرڻ لڳي. ننڍڙو ٻارڙو هر هر چئي رهيو هو. "ڏس! امان! اها ماني پئي وڃي." هن ائين هٿ ڦهلايو ڄڻ هو ان مانيءَ کي جهپڻ چاهيندو هجي.

'ڪيترو نه عمدو ڪاڏو آهي. ڪيڏي نه منجهس خوشبوءِ آهي...'

وڏي ڇوڪري ڪاڏي جي بدران منائي ڏٺي. هن سوچيو ته هو ڪيترو نه هٻڇي هو جو هن ٿالهه ۾ آيل سڀ منائي هڪ ئي ويلي تي ڪائي

چڙي. هاڻي جيڪڏهن ڀيهر مٺائي ملي وڃي ته هو ان مان گهٽ ۾ گهٽ ڏينهن تائين پيٽ جي باهه ٿڌي ڪندو.

گل ناز بستري تي ليٽندي پنهنجن ٻارن جا آواز ٻڌندي رهي.

هن پنهنجا چپ ڀڪوڙي چڙيا جيئن ڪائنس درد وچان رڙ نه نڪري وڃي. سندس اکين مان لڙڪ ٿمي ڳلن تي ڪري رهيا هئا. گهر کان ٻاهر گهٽيءَ ۾ زندگي اڳي جيان، روان دوان هئي. هيءَ گهٽي جنهن ۾ هن زندگي جا ڪئين سال گذاريا هئا، ان ۾ ٿيندڙ چرپر ۽ اٿندڙ آواز ڪيس سمجهه ۾ اچي رهيا هئا.

دروازو زور سان بند ٿيو. ننڍڙو ڪيوٽ اسڪول وڃي رهيو آهي. هو هميشه اسڪول ويندي مهل زور سان دروازو بند ڪندو آهي. ان جي جڳهه تي سندس وڏو ڀاءُ سليمان هجي ها ته، دروازو آهستي بند ڪري ها. ٻنهي ڀائرن جي طبيعت ۾ ڪيڏو نه فرق آهي. ۽ هاڻ گهٽيءَ مان پوڙهي عورت جي ٺپ ٺپ جو آواز اچي رهيو آهي. هوءَ ٻوڙ ٻاڙي وٺڻ وڃي رهي آهي. ۽ هاڻ تحسين آفندي، گهٽيءَ مان لنگهي رهيو آهي. هو حجامڪو ڌنڌو ڪندو آهي. هو هميشه هن وقت دڪان کولڻ لاءِ گهٽيءَ مان لنگهندو آهي ۽ هاڻي گهٽيءَ مان حسن لنگهي رهيو آهي. هو ادريس آغا جو پوٽو آهي. هو تيستائين هن گهٽيءَ مان چڪر لڳائڻ بس نه ڪندو جيستائين هن جي شادي، سندس پسند جي ڇوڪريءَ سان نه ٿي آهي. ۽ هي اسڪول ماستر جي هلڻ جو آواز آهي ۽ هي موچي فضل الله ڳالهائيندو گهٽيءَ مان وڃي رهيو آهي. ۽ هاڻ سيمل بي لنگهي رهيو آهي، جيڪو انڪم ٽيڪس آفيسر آهي. ۽ هاڻ ڊبل روٽي وارو هوڪو ڏئي گذري رهيو آهي. هو هميشه هن وقت ايندو آهي. گهوڙي جي ٻنهي پاسن کان ٻڌل ٿيلها ڊبل روٽين سان ڀريل هوندا اٿس.

ڊبل روٽين وڪڻڻ واري جو هوڪو ٻڌي، وڏي ڇوڪري ٻڌو ۽ هن پنهنجي ننڍي ڀاءُ ڏانهن نهاريو. ٻنهي جون اکيون پاڻ ۾ مليون. ننڍڙي ٻارڙي پڙ پڙ ڪئي. ”ڊبل روٽي!“ هوڪو هاڻي ويجهو اچي رهيو هو. گل ناز اٿي پوتي اوڍي ۽ فيصلو ڪيو ته، هو گهوڙيئي کان ٻه ڊبل روٽيون اوڌر تي وٺندي ۽ جڏهن ڪپڙن جي ڌوپ مان پئسا ملندا، ته ڪيس واپس ڪندي.

هن ڄاڙيءَ تي هٿ رکيو ۽ ڪجهہ سوچي وري دروازو بند ڪري ڇڏيو. هن جو سمورو ڌيان هوڪي ڏي هليو ويو. آواز جيئن جيئن ويجهو ايندو ويو تيئن تيئن سندس همت جواب ڏيندي وئي. آواز جڏهن باقي ڪجهہ وکن تي رهجي ويو تہ هن بي ڌڙڪ دروازو زور سان کوليو.

هن جون اکيون، جيئن پوءِ تيئن ڦهلجي ويون. ڊبل روٽين سان سٽيل ٿيلها، زمين سان لڳي رهيا هئا. ڊبل روٽيون بلڪل سنهي اٽي مان ٺهيل هيون. ڊبل روٽيون، بلڪل تازيون ۽ نرم هيون. انهن کي ڪيڏو نہ خوبصورتيءَ سان ٺاهيو ويو هو. انهن کي کائيندي ڪيڏو نہ مزو ايندو!! هڪ وڻندڙ خوشبو هن جي نڪ مان داخل ٿي، نڙي مان ٿيندي جسم ۾ لهي وئي. گل ناز ڀڳيت ڏني. ڇڻ تہ هُو پنهنجو وات کولي ڪجهہ چوڻ چاهيندي هجي. گهوڙيو زور سان هوڪو ڏئي رهيو هو. ”ڊبل روٽيءَ وارو. آيو ڊبل روٽيءَ وارو.“ هوءَ اتي ئي پٿر ٻڻ پٿڻ تي ويهي رهي، ۽ ڊبل روٽيءَ سان ڀريل ٿيلها ڀرسان لنگهندي ڏسي رهي هئي. ماني خدا جي رحمت سان ڀرسان لنگهي رهي هئي. پر هن هٿ نہ ڦهلايو. گهوڙو آهستي آهستي، پيچ لوڏيندو گهٽيءَ مان وڃي رهيو هو. گل ناز خدا حافظ!

در بند ڪري هوءَ واپس ڪمري ڏانهن وئي. هوءَ ٻارن ڏانهن نهارڻ جي همت ساري نہ سگهي، جيڪي آسوندي اکين سان ڏانهنس نهاري رهيا هئا. اوچتو ئي اوچتو خالي هٿين هئڻ سبب هن پاڻ کي شرمندو محسوس ڪيو. جهڳيءَ ۾ ماٺ ڇانيل هئي. ڪنهن ڪجهہ بہ ڪونہ ڪڇيو. وڏي ڇوڪري اکيون پوري ڇڏيون تہ جيئن هو پنهنجي ماءُ جا خالي هٿ ڏسي نہ سگهي ۽ هن پنهنجو منهن ٻئي پاسي ڦيرائي ڇڏيو. ننڍڙي ڇوڪري بہ ساڳيو عمل ورجايو. هن پنهنجا پير پاجامي ۾ هٽي ڇڏيا ۽ پنهنجون ٻانهون گنديءَ ۾ لڪائي ڇڏيون. هن پاڻ کي اٽين لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي ڇڻ، هوءَ پنهنجو پاڻ کي نلهائپ ۽ سڪٽائپ ۾ گهلڻ چاهيندي هجي. هوءَ ٽٽل ڦٽل اڳڙين جيان، نظر اچي رهي هئي. جهڳيءَ جو ماحول بلڪل سنجيدو ٿي ويو ۽ خاموشي وڌندي ٿي ويئي. اڌ ڪلاڪ تائين ڪنهن بہ چرپر ڪانہ ڪئي ۽ نہ ئي ڪا ٻڙڪ ٻاهر ڪڍي. نيٺ ننڍڙي ٻارڙي کان رهيو نہ ٿيو. هن بستري مان ئي ڳالهايو.

”امان! او امان!!“
”جي پٽ؟“
”منهنجي اکين اڳيان اوندهہ ڇائنجي ويئي آهي.“
”پٽ دل نہ لاهہ“
”آءٌ مري رهيو آهيان. سچ پچ تہ مري رهيو آهيان.“

وڏي ڇوڪري اکيون پٽيون، ۽ پنهنجي پاءُ ڏي نهاريو. ننڍڙو ڇوڪرو خاموش هو. هن جي ڳلن ۾ ڪڏون پئجي ويون هيون ۽ هن جو جسم رت ڇڏي ويو هو. گل ناز وڏي ڇوڪري کي اشارو ڪيو. ٻئي ماءُ پٽ جهڳيءَ کان ٻاهر نڪري آيا. گل ناز آهستي ڳالهايو. ”تون بوڊس کان رکال تي سيڏو وٺي اچ.! ڇئجانس تہ اسان جلد ئي پئسا موٽائي ڏينداسين.“

ڇوڪري جي بدن تي ڪپڙا اهڙا تہ سنها هئا جو اهي سيءَ جي دٻ جهلي نہ سگهيا. هن جي ٽنگ ۾ ست ڪو نہ هو ۽ هن کي پٽين کي ٽيڪ ڏيئي، آهستي هلڻو ٿي پيو. نيٺ هو جبل تي واقع دڪان تي پهچي ويو. دڪان کي گرم رکڻ لاءِ، ڪنڌ ۾ چلهہ پي ٻري. ڇوڪرو ٻين گراهڪن جي وڃڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو تہ جيئن، سيٺ سان اڪيلائيءَ ۾ ڳالهائي سگهي. گرمائش هن کي ڏاڍو سرور ٿي پهچايو. جڏهن دڪان مان سڀ گراهڪ هليا ويا تہ. هو سيٺ وٽ ويو ۽ کيس سيڏو تورڻ لاءِ چيو. هن ايئن چوندي، پنهنجي کيسي ۾ هٿ ڦيرايو جڻ تہ انهن مان پئسا ڪيندو هجي ۽ پوءِ اهو ظاهر ڪندو هجي تہ. پئسا تہ کيس گهر وسري ويا هئا. ٿورو گهٻرائجي هن ڳالهايو ”سيٺ! آءٌ پئسا گهر وساري آيو آهيان. ٻاهر ڏاڍي ٿڌ آهي، آءٌ سڀاڻي جڏهن ايندس تہ. توهان جا پئسا کڻي ايندس.“

بوڊس ڇوڪري جي اٽڪل کي سمجهي ويو. هن چشمي مان نهاريندي چيو: ”تون ڪيڏو نہ ڏٻرو آهين جنهن وٽ گهر ۾ پئسا هوندا آهن، اهو ڏٻرو ٿيندو ناهي. پهرين پئسا کڻي اچ پوءِ سيڏو کڻي وڃ.“

ڇوڪرو ڏاڍو شڪي ٿيو ۽ روانو ٿي ويو. بوڊس پنهنجي زال ڏانهن نهاريو ”ويچارا غريب“ هن چيو: مون کي رحم ٿو اچي. انسان ڌرتيءَ تي ڪيڏي نہ ذليل زندگي گهاري ٿو.“

ڇوڪري کان هاڻ ٻاهر جي ٿڌ برداشت نٿي ٿي، پاڙي جي ڪنڌ

تي واقع اڇي گهر جي چمنيءَ مان دونهون اٿي رهيو هو. هن گهر ۾ رهندڙ ماڻهو ڪيترا نہ خوش هئا. هو پنهنجي گهر ڏانهن جيترو بہ تڪو ڊوڙي سگهيو ٿي ڊوڙيو. هن جا ڏند ٽڙڪي رهيا هئا، ۽ سڄو بدن ڪنبي رهيو هو. گهر ۾ داخل ٿي، هن پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ سان ڪجهہ بہ نہ ڳالهايو. هن جي خالي هٿن، ڪين سيڪجهہ اڳ ۾ ئي ٻڌائي ڇڏيو هو. هن رلي ڪنئي جنهن مان، هن لاءِ اجا گرمائش ختم ڪو نہ ٿي هئي ۽ تڏي تي ليٽي پيو.

گل ناز پنهنجي پٽ کي ڊڄندڙ اکين سان ڏسي رهي هئي. ڇوڪرو مسلسل ڏڪي ۽ رڙي رهيو هو. ڏڪڻي هڪ ڪلاڪ ڪن هلي، ۽ پوءِ بخار ويڙهي ويس. اکيون ڏرا ڏئي ويس ۽ ٿوري ساعت ۾ بت ساهہ ڇڏي ويس. گل ناز ڇوڪري مٿان رلي لائي، ۽ پنهنجن ٿڌن هٿن سان سندس ٻرندڙ پيشاني کي، ٿڌي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

شام تائين گل ناز جهڳيءَ ۾ هيڏانهن هوڏانهن چڪر ڪاٽڻ لڳي. هوءَ منجهي پئي، هن کي سمجهہ ۾ نہ پي آيو تہ هوءَ ڇا ڪري. هوءَ ڪيڏي مهل جهڳيءَ ۾ آئي ٿي تہ ڪيڏي مهل ٻاهر ٿي نڪتي. هن خالي ۽ وساڻيل اکين سان، گهر جي پٽين، ڇت ۽ ٽٽل فرنيچر ڏي نهاريو. جلد ئي هن محسوس ڪيو تہ، هن کي بک جو احساس ختم ٿي ويو هو. شايد ائين گهڻي ٿڌ سبب ٿيو هو. يا بک سبب آندا سڪي ۽ سسي ويا هئا.

هاڻي سج لهي چڪو هو. اوندهہ پاڻ سان، اڻ ڪٽ خزانا کڻي آئي هئي. ڇوڪري ڏانهن نهاريندي، هن کي اوچتو خيال آيو ’ڇا ڪو بہ اهڙو ڪونهي جيڪو هن وقت ۾ مدد ڪري؟‘ هن کي ياد آيو تہ شاهي بازار ۾ هڪ ڪٻاڙيءَ جو دڪان هو جيڪو پراڻيون ۽ استعمال ٿيل شيون خريد ڪندو هو. هاڻ تہ رات پوڻ سبب، اهو بہ بند ٿي چڪو هوندو. هن ڪمري ۾ هيڏانهن هوڏانهن هلي پاڻ کي آٿت ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ نيٺ بيمار پٽ جي پرسان، اچي ويهي رهي.

وڏي ڇوڪري جو بخار جيئن پوءِ تيئن وڌندو ويو. گل ناز بلڪل خاموش ۽ پنڊ پهڻ بڻيو، نينگر ڏانهن نهاري رهي هئي. ننڍڙي ڇوڪر کي بک سبب، ننڊ نہ ٿي آئي. هُو اکيون کولي پنهنجي وڏي ڀاءُ ڏانهن نهاري رهيو هو. وڏو ڇوڪرو ڪنجهي رهيو هو ۽ بخار جي سبب لڇي ۽ ڦٿڪي

رهيو هو. هن جو آرام حرام ٿي چڪو هو. نڙي خشڪ ٿي وئي هئس ۽ اکين سان ڏسڻ جي باوجود بہ هن کي ڪجهہ بہ نظر نٿي آيو. ننڍڙو ڇوڪرو پنهنجي هنڌ مان، لڳاتار وڏي ياءُ ڏي گهوري رهيو هو. جڏهن وڏي ڇوڪري وري بخار سبب وڦلڻ شروع ڪيو تہ هو، هنڌ مان اٿي ويٺو ۽ تمام جهيڻي ۽ نبل آواز ۾، ماءُ کان پڇيو "امان! ڇا ادا مري ويندو!؟"

عورت ڏڪي وئي. هن ڊپ هاڻين اکين مان پنهنجي ننڍڙي پٽ ڏي نهاريو. "پٽ ائين ڇو ٿو چوين." ننڍڙو ڇوڪرو ماءُ جي اکين کي ڏسي، هڪ منٽ لاءِ ماٺ ۾ ٻڏي ويو ۽ ويجهو اچي ياءُ کان لڪائيندي پنهنجي ماءُ جي ڪن ۾ آهستي چيو.

"امان جي ادا مري ويندو تہ اچي بنگلي وارا پاڻ کي ماني موڪليندا.!!؟؟

* * *

# نيسو منهنجو دوست

## هوانس تومانين

***ٻهراڙيءَ*** جا ٻار اسين هميشه پاڻ ۾ خوش گذاريندا هئاسين. اسان جي ڳوٺ ۾ ڪو به اسڪول ڪونه هو ۽ نه ئي، اسان جي پڙهڻ ۽ سکڻ لاءِ ڪو سبق هو. پکين وانگر اسين آزاد زندگي گذاريندا هئاسين. پنهنجي ئي ڏن ۾ پورا هوندا هئاسين اسين ٻارڙا هڪ ٻئي ڪي ڏاڍو پيار ڪندا هئاسين اسين ٻارڙا هڪ ٻئي ڪي ڏاڍو پيار ڪندا هئاسين ۽ اسان جي پاڻ ۾ سچي دوستي هوندي هئي. اسين گهرن ڏانهن نچندا ٽپندا ويندا هئاسين ۽ پنهنجي پيٽ جي باهه، پنير ۽ ماني ٽڪر سان ٿڌي ڪري واپس ڊوڙندا راند جي ميدان تي ايندا هئاسين.

ڪنهن ڪنهن مهل، اسان پاڻ ۾ ڪچهريءَ لاءِ گڏبا هئاسين ۽ هڪ ٻئي ڪي آکاڻيون ٻڌائيندا هئاسين.

اسان جي ٻالڪپڻ جي دوستن ۾ هڪ دوست، جنهن ڪي ڪوڙ ساريون آکاڻيون اينديون هيون، ان جو نالو هو نيسو. هن ڪي ڪڏهن به ختم نه ٿيندڙ سندر پرين جون آکاڻيون به اينديون هيون.

اونهاري جي چانڊوڪين ۾، اسان ڪليل ٻنين ۾ ڪاٺ جي بنڌ تي ويهندا هئاسين ۽ آس پرين اکين سان نيسو ڏانهن پيا نهاريندا هئاسين. ان وقت هُو اسان ڪي جنت جي پکين، ڪير جهڙين اڇين پرين ۽ اونده ۽ روشنيءَ جي بادشاهن جون آکاڻيون ٻڌائيندو هو. سچ ته هو ان وقت اسان ڪي ڏاڍو پيارو ۽ سندر لڳندو هو.

”نيسو اسان کي اجا بہ آکاٽيون ٻڌاءِ، اسين توکي انڌي بادشاهہ ۽ طوطي واري آکاڻي ٻڌڻ کان سواءِ، ڪو نہ ڇڏينداسين ۽ ها توکي گنجي ۽ کسري ماڻهوءَ جي آکاڻي بہ ٻڌائڻي پوندي نہ تہ ڪِٽي.“

هڪ ڏينهن، اسان جي ڳوٺ ۾ اسڪول کليو. منهنجي مائٽن مون کي اسڪول موڪلي ڏنو. ٽيهارو کن ٻين ٻارن بہ اسڪول ۾ داخلا ورتي. ڳوٺ جا ڪافي ٻارڙا اسڪول پڙهي ڪو نہ سگهيا. ڇاڪاڻ جو سندن غريب مائٽن ۾ داخلا في ڀرڻ جي پهچ ڪانہ هئي. منهنجن ڪافي دوستن کي، جن ۾ نيسو بہ شامل هو ان سبب ڪري داخلا ڪو نہ ملي.

اسين زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو هڪ ٻئي کان جدا ٿياسين ۽ اسان کي هڪ ٻئي کان ڌار ڪندڙ استاد ۽ اسڪول ئي تہ هو.

اجا تائين منهنجي ڪنن ۾ نيسو جو مٽيءَ ۾ ليٽڙيون پائي واويلا ڪندڙ آواز ٻري رهيو آهي. ”آءٌ اسڪول وڃڻ چاهيان ٿو.“ اجا تائين منهنجي ڪنن جي پردن سان سندس پيءُ جو گجندڙ آواز ٽڪرائي رهيو آهي. ”توکي پڙهائڻ لاءِ پئسا ڪٿان آڻيان.“ مون وٽ تہ ايترا بہ پئسا نہ آهن جو آءٌ توهان لاءِ ان خريد ڪري سگهان تہ جيئن توهان بکون ۽ لانگها نہ ڪاٽيو. نيسو تون سمجهين ڇو نٿو.“

نيسو ۽ منهنجا ٻيا دوست، جيڪي پئسن نہ هئڻ سبب اسڪول پڙهي نہ سگهيا. اسڪول جي درين مان منهن هٽي، اسان کي حسرت ڀرين اکين سان ڏسندا هئا. پر ماستر کين ائين ڪرڻ کان روڪيندو هو. هو کين دڙڪا ڏيئي، پري ڀڄائي ڇڏيندو هو. ايتري تائين جو رسيس، ۾ بہ، ساڻن ملڻ جي اجازت نہ ڏيندو هو. ماستر چوندو هو تہ، رولو ڇوڪرن سان نہ کيڏو. هو اوهان کي خراب ڪندا. اسان جا دوست ٻاهر ويهي اسڪول جي وقت پوري ٿيڻ ۽ اسان جي ٻاهر اچڻ جو انتظار ڪندا هئا. جيئن ئي موڪل جو گهنڊ وڄندو هو تہ ٻاهر اسان جا دوست اسان کي ورائي ويندا هئا ۽ اسين سڀ گڏجي گهرن ڏانهن ويندا هئاسين.

پنهنجي تعليم جي پهرئين سال ۾ مون آهستي آهستي نوان دوست پيدا ڪيا. سال جي پڇاڙي تائين، نيسو ۽ ٻين دوستن، جيڪي اسڪول ۾ داخل نہ هئا، اسڪول جي ٻاهران اسان جو انتظار ڪرڻ ڇڏي

ڏنو.

پرائمري تعليم مڪمل ڪرڻ ڪان پوءِ منهنجي پيءُ مون کي پر واري شهر جي سيڪنڊري اسڪول ۾ داخل ڪرايو. اهو ماحول، ۽ ان ۾ موجود هر شيءِ مون کي نئين ۽ اڻ ڏٺل دنيا ٿي لڳي. گهڻو ڪري سڀني گهرن کي، ٻاڙهيون ڇتون هيون ۽ شهر جا ماڻهو عمدن ۽ صاف ڪپڙن ۾ نظر ايندا هئا. انهن استادن ۾ هڪ عورت به هئي. منهنجي لاءِ اِها هڪ عجب ۾ وجهندڙ ۽ وڻندڙ تبديلي هئي. نئين اسڪول ۽ نئين ماحول جي مناسبت سان، منهنجي ڪپڙن ۾ پڻ تبديلي آئي هئي. هاڻي آءٌ خوبصورت ۽ صاف يونيفارم پائي اسڪول ويندو هوس. آءٌ موڪلن ۾ جڏهن ڳوٺ ويندو هوس ته نيسو ۽ منهنجا ٻيا پراڻا دوست خبر پوندي ئي ڀڄي ويندا هئا ۽ مون ڏي حسرت ڀري نگاهن سان پيا نهاريندا هئا. آءٌ انهن سان پاڪرين پوندو هوس. مون کي ياد نه آهي ته ان مهل اسان هڪ ٻئي کي ڇاڇا ٻڌائيندا هئاسين، پر مون کي ياد آهي ته، هاڻي اسان جي پراڻن لاڳاپن ۾ اها گهرائپ نه رهي هئي. پهرين شيءِ جنهن تي هو نگاهون ڄمائيندا هئا، اهو هو منهنجو يونيفارم. نيسو منهنجي يونيفارم کي ڇتائي ڏسندو هو ۽ پوءِ ڪڪڙ جهڙي آواز ۾ چوندو هو. ”تنهنجو اسڪولي يونيفارم ائين ٿو لڳي، جڻ ان کي تنهنجي پيچ مان ڪنيَ پٽي ٺاهيو ويو آهي.“

هر ڪنهن کلي ڏنو. مون تان ٺٺولي ڪئي وئي ۽ مون کي ڏوهاري ٺهرايو ويو. پر موٽ ۾ مون ڪو به جواب نه ڏنو. ان کان پوءِ، منهنجي جئڪٽ جي ڪپڙي تي روشني وڌي وئي. سڀني نيسو کي سر ڪٽايو ۽ منهنجي عمدي جئڪٽ جي واکاڻ ڪئي. منهنجيون نظرون سندن ڪپڙن ڏانهن کڄي ويون ۽ مون کي پهريون ڀيرو اهي ڦاٽل، ميرا ۽ گدلا نظر آيا. مون کي پهريون ڀيرو پنهنجي ڳوٺ ۾ ڪوجهائي نظر آئي.

سيڪنڊري تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ، منهنجي پيءُ مون کي اڳتي پڙهائڻ لاءِ اڃا به وڏي شهر موڪليو. ۽ جڏهن آءٌ اتان واپس وريس، ته منهنجا پراڻا ساٿي به مون سان ملڻ لاءِ آيل هئا. مون ڏنو هاڻي هو ڪافي وڏا ٿي چڪا هئا. هو منهنجي پر سان ائين باادب ويٺا رهيا جڻ ته، منهنجا هاري هجن. سڄي ڳالهه ٻولهه وچ ۾ رڳو هڪ ڄڻي مون کان معلوم ڪيو. ”ڇا هن کي اڃا اهي ننڍپڻ جا ڏينهن ياد اچن ٿا؟ اتي مٿان نيسو به ڳالهايو.

”ڇا توکي ياد آهي تہ اسان رات جو تنهنجي اڱڻ ۾ پيپل ڪاٺ جي بنڊ تي ويهي، هڪ ٻئي کان آکاڻيون ٻڌندا هئاسين؟“

”آءٌ ڀلا ڪيئن وساري سگهان ٿو؟ اهي گهڙيون تہ منهنجي گهاريل پيارين گهڙين مان هڪ آهن.“

مون کي محسوس ٿيو تہ نيسو منهنجي وراڻيءَ کان ڏاڍو خوش ٿيو. تڏهن بہ هُو مون کان، ڇڊو ٿي رهيو ۽ پاڻ کي اوپرو محسوس ڪرڻ لڳو.

جڏهن بہ شهر مان منهنجو ڳوٺ اچڻ جو پروگرام ٿيندو هو تہ، منهنجو پيءُ نيسو جي پيءُ جو گهوڙو ڀاڙي تي ڪندو هو ۽ نيسو ان گهوڙي جي واڳ جهليندو هو. جنهن تي آءٌ چڙهندو هوس. مون کي ان وقت ڏک ٿيندو هو جڏهن منهنجي نظر، نيسو جي ڦاٽل ڪپڙن ۽ پراڻين ڇتين لڳل بوٽن تي پوندي هئي. اجا اسان ٿورڙوئي پنڌ ڪيو هوندو، مون چيو: ”آءٌ پنڌ هلڻ کي وڌيڪ ترجيح ڏيان ٿو.“ ائين چوندي آءٌ گهوڙي تان هيٺ لٿس. ڪيڏي مهل اسان پيدل تہ ڪيڏي مهل واري واري تي گهوڙي تي چڙهياسين. نيسو ڏاڍو خوش تہ ٿيو ٿي پر مون محسوس ڪيو تہ هو منهنجي دوستي ۽ سچائيءَ جي جذبن کي نٿو سمجهي، اٽلو هو منهنجي پيدل هلڻ جي حرڪت کي بيوقوفي ٿو سمجهي. مون کي ڪجهہ رنج رسيو پر وڌيڪ خراب صورتحال تہ هاڻي اچڻي هئي.

اسان هڪ واڙي ۾ ڏابو ڪيو. مون واڙي مان ڇانهي پٽي ۽ مون ڇانهيءَ کي وڍڻ لاءِ نيسوءَ کي چاقو ڏنو. جڏهن ڇانهين کائي روانا ٿيڻ تي هئاسين تہ مون کي ياد پيو تہ نيسو مون کي چاقو نہ ڏنو آهي. نيسو قسم کڻي ويو. جيتوڻيڪ مون کي پڪ هئي تہ نيسو چاقو واپس نہ ڪيو آهي تہ بہ، مون ڪيسا جانچي ڏٺا. خير! اسين روانا ٿياسين. اڳتي هلي پتو پيو تہ، ماڻهن نيسو وٽ چوري ٿيل چاقو ڏٺو هو. منهنجي دل کي صدمو رسيو. انهيءَ ڪري نہ تہ، منهنجو چاقو چوري ٿي ويو. پر انهيءَ شڪ تہ مون پاڻ وڏو ڏوهہ ڪيو هو. جنهن سبب منهنجي دوست کي، معاشري ۾ خوار ٿيڻو پيو هو ۽ جنهن کي سماج درگذر ڪري ڇڏيو هو.

جڏهن اسان ڳوٺ پهتاسين تہ، مون نيسو کي گهوڙي جي ڀاڙي جي عيوض ۾ پنهنجي جئڪٽ لاءِ خريد ڪيل ڪپڙو ڏنو. نيسوءَ ڪپڙي جي

تعريف ڪئي ۽ چيو ”پر بابو، ڇا تون مون کي خرچي ڪو نہ ڏيندين؟“

نيسو غريب آهي... نيسو جاهل ۽ اڻپڙهيل آهي... نيسو ڳوٺاڻي زندگيءَ جي نااميدي ۽ غربت جو چيپاٽيل ۽ تباهہ ڪيل انسان آهي... جيڪڏهن هن کي سٺي تعليم ملي ها ۽ کيس سٺا موقعا ميسر ڪيا وڃن ها تہ ان ۾ ڪو بہ شڪ ناهي تہ زندگيءَ جي هر ڊوڙ ۾ هو مون کان اڳتي هجي ها. اهو ئي سبب آهي جو آءٌ جڏهن نيسو تي سوچيان ٿو تہ دل ٿي دل ۾ چوان ٿو تہ هو بي ڏوهي آهي. هو منهنجي نظر ۾ اڄ بہ عظيم آهي ۽ آءٌ اڄ بہ هن سان ايترو پيار ڪريان ٿو جيترو ٻالڪپڻي ۾ ڪندو هوس. مون دل سان چاهيو تہ، نيسوءَ جي حيثيت اڄ بہ اهائي هئي، جيڪا خاموش چانڊوڪين راتين ۾ هوندي هئي. پر مون کي لڳي ٿو تہ، ائين ممڪن نہ آهي، هاڻي ائين نٿو ٿي سگهي.

پوءِ جلد ئي هڪ ٻي تصوير جنهن ۾ بي شرمائي آهي، اونداهي آهي، منهنجي ذهن جي اسڪرين تي نهيو پوي.

تعليم ختم ڪري آءٌ پيهر اباڻي ڳوٺ پهتس. ڳوٺ جي وڏي ميدان ۾ ماڻهن جو وڏو هجوم جمع هو ۽ ان ۾ شور غل برپا هو. چبوتري تي نيسو رسن سان ٻڌل هو ۽ شرم کان هن جو ڪنڌ هيٺ جهڪيل هو. مون کي ٻڌايو ويو تہ هن کي چوري ڪرڻ جي ڏوهہ ۾، ڦٽڪن جي سزا ٻڌائي وئي آهي. منهنجي ضامن پوڻ تي هن کي آزاد ڪيو ويو پر منهنجيون اکيون کيس اڄا بہ نٿهڻ اس ۾، چبوتري تي ٽنگيل ڏسن ٿيون. ۽ ماڻهن جي گوڙ ۾ سندس ڪنڌ، اڄا بہ جهڪيل آهي.

اسان جي ڳوٺ ۾ ان قسم جا ڏوهہ يعني چوري وغيره ٿيڻ ۽ ان تي ڦٽڪا هڻڻ هڪ عام ڳالهہ هئي. پر آءٌ هن واقعي کي وساري نٿو سگهان، ڇو جو آءٌ ننڍڙي معصوم نيسوءَ کي، وساري نٿو سگهان، جيڪو چانڊوڪين راتين ۾ ڪاٺ جي بنڊ تي، اسان کي آکاڻيون ٻڌائي رهيو آهي.

نيسو صاف دل، پيارو ۽ منڙو نيسو...... منهنجو ننڍپڻ جو ساٿي! ٻالڪپڻي جو جاني دوست...!!

* * *

# ڌرتي منهنجي ماءُ

## نيم هي

**مورچو** هاڻي مڪمل ٿي چڪو هو. هيلتائين جي مهمن ۾، هي سڀ کان ڏکيو ڪم هو. جنهن ۾، مون کي خندق کوٽڻ ۽ دشمن تي بندوق هلائڻ جو ڪم هڪ ئي وقت تي ڪرڻو ٿي پيو. آءٌ هاڻي پوسل ۽ گچيل زمين تي، وڻ کي ٽيڪ ڏيئي وهندي، پاڻ کي ڏاڍو ٿڪل ٽٽل محسوس ڪري رهيو هوس.

سب سيڪٽر واري پاسي کان رکي رکي، بندوقن جا ٺڪاءَ ايندا ٿي رهيا ۽ وري پوءِ خاموشي ڇانئجي ٿي ويئي. آءٌ گولابازي ڀيهر شروع ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ لڳس، پر ائين ڪونہ ٿيو.

”ٺيڪ آهي هو تيارين ۾ ئي هوندا.“ مون خيال ڪيو ۽ آسمان ڏي نهاريو. منهنجي مٿان گهاٽا وڻ، تنبو ٻڻجي بيٺا هئا. دشمن جي فوجي هوائي جهازن جي تيز روشني، وڻن جي جهڳٽن سان مورچي ۾ پي آئي تہ جڻ ڏينهن ٿي ٿي ويو. اوچتو هڪ ديو جيڏو جهاز، گوڙون ڪندو اسان جي مٿان لنگهي ويو.

رات جي پوئين پهر کان پوءِ پرهہ ڦٽي. وڻن تان ماڪ ڳڙي، زمين تي ڪرڻ لڳي. آءٌ پنهنجي پناهہ گاهہ کي وڌيڪ محفوظ بنائڻ لاءِ، ڪهاڙو ڪٽي ڇانيون ۽ ٽڙ ڪپڻ لاءِ، جهنگ ۾ نڪري ويس. منهنجا ٻيا ساٿي بہ ساڳئي ڪم ۾ جنبي ويا. هيءَ زمين جيتوڻيڪ ڪافي سخت هئي، پر منهنجي کوٽيل پناهہ گاهہ ڪنهن بہ حالت ۾ بري ڪو نہ هئي.

مون مٿيءَ ۾ وڻن جي ساوڻ پنن سان خندق کي ڍڪيو ۽ پنهنجا مٿيءَ هاٿا هٿ سوٽ سان اگهيا. ان کان پوءِ پنهنجي جنگي سامان مان پيٽرول بڏل اڳڙي ڪڍي، بندوق کي صاف ڪرڻ لڳس. ڪارتوس لوڊ ڪندي ۽ سنگين کي صاف ڪندي مون دل ئي دل ۾ چيو: ”آءٌ هن بندوق جي گولي دشمن جي سيني مان پار ڪري ڇڏيندس.“ بندوق جي ڳن کي پنهنجي ڳل سان گسائيندي، مون پاڻ کي رات جي وسندڙ ماڪ جيان تازو توانو محسوس ڪيو ۽ انهي ڇهاءَ ۾ جنگ ڪرڻ جي جذبي کي اياريو. بندوق کي وڻ جي ڀرسان رکي، پنهنجو ٿيلهو کولي، ان مان ڪارتوس ۽ سگريٽ جي دٻي ڪڍي کيسي ۾ رکيم.

مُٺ کن چانورن، لپ کن پاڻي ۽ سگريٽ جي دٻي مان پوري رات تائين، آسانيءَ سان منهنجو گذارو ٿي سگهيو ٿي. هينئر چٽو ڏينهن هو. جهنگل مان، دونهين جهڙي ٻاڦ، آسمان ڏي اٿي رهي هئي. سج جي روشنيءَ ۾، مٽي جا ذرڙا تارن جيان ٽمڪي رهيا هئا. مٿنا صبح جي ماڪ جهٽيندي، منڙو راڳ آلاپي رهي هئي ۽ هڪ تاريءَ کان ٻي تاريءَ تي ڪڏي رهي هئي. ڳائڻ جي دوران سندس پڇ ائين لڏي رهيو هو ڄڻ ته وقت کي شڪست ڏئي رهي هجي. جنگ جي ميدان ۾ مئنا جو سريلو آواز منهنجي من کي پوتر ۽ اٿاهه سونهن ۽ روشنيءَ سان، مالامال ڪري رهيو هو ۽ مون ائين محسوس ڪيو ته ڄڻ، ڪنهن نديءَ جي شفاف پاڻيءَ مان وهنجي نڪتو هجان. هوانهو جيڪو منهنجي ڀرسان مورچو کوٽي رهيو هو، تنهن مئنا ڏانهن نهاريو ۽ ٻارن جيان مرڪي ڏنو. اسڪواڊ اڳواڻ هوانگ ۽ پوري ستين اسڪواڊ، مئنا ڏانهن پيار ڀرين نظرن سان ڏسڻ لڳي. پر اسان گهڻي دير تائين مئنا جي سريلي ۽ دل لڀائيندڙ آواز مان، مزو نه ماڻي سگهياسين. اسڪواڊ اڳواڻ اسان جو ڌيان وڏي سڪل وڻ ڏانهن ڇڪايو ۽ چيو: ”ڇا توهان کي خبر آهي ته، ٻين يونٽن، سب سيڪٽر ۾ دشمن کي ڪيڏو نقصان رسايو آهي؟ اسڪواڊ هڪ هٿيارن سان ڀريل ڪار به هٿ ڪئي آهي ۽ اهي ئي هٿيار دشمن جي خلاف استعمال ڪيا پيا وڃن. اڄ اسان جو وارو آهي ۽ ها اسان جو وار خالي نه وڃڻ گهرجي.“

اسڪواڊ اڳواڻ ٿوري دير لاءِ ماٺ ٿي ويو ۽ سوچڻ لڳو ته ڪهڙو

حڪم ڏي. مٽنا وڻ تي مسلسل ڳائي رهي هئي. هوانگ مٿس گهري نظر وڌي ۽ ڳالهائڻ ڪي ٻيهر جاري رکيو:

”مورچن کي هڪ دفعو وري مضبوط ڪيو ۽ ان ڪان پوءِ ماني کائي مورچن ۾ هليا وڃو.“ هوانهو ۽ مون کي گارڊ مقرر ڪيو ويو. اسين پنهنجين خندقن ڏانهن موٽياسين، ۽ انهن کي محفوظ بنائڻ لاءِ ان جي چئوڦير وڏيڪ چانپون رکيون سين ۽ ان ڪان پوءِ ماني کائڻ ويناسين. جيئن جي گوڙماني ماحول ۾ تاڪوڙو مچائي ڇڏيو هو. هوانهو پنهنجا هٿ سوٽ سان اگهيا.

”هو اچي رهيا آهن،“ مون ڏانهن نهاري هن آهستي چيو: ”اسان مان پهرين گارڊ جي ڊيوٽي ڪير ڪندو؟ ٺيڪ آهي پهرين آءٌ ٿو ڊيوٽي ڏيان. تون پنهنجي مورچي ۾ وڃ، ۽ جڏهن آءٌ تنهنجي مورچي ڏانهن مٽي اڇليان ته تون منهنجي مدد لاءِ اچجانءِ.“

آءٌ جهڪيس ۽ پاٽيءَ چڪو پيتم. جيئن اسان جي مٿان ٻه پيرا لامارا ڏنا ۽ پوءِ هيٺ لٿا.

”پراٽي اتڪل“ مون دل ئي دل ۾ چيو. هڪ جيئن پنهنجو رخ مٽايو ۽ اسان جي خندق ڏانهن وڌڻ لڳو. مون تمام احتياط سان، مورچي جي منهن کي چانپين سان لڪايو ۽ هيٺ لڪي ويهي رهيس. بندوق کي مٿي مان ڪڍي، ٻن دستي بمن جون پنون کولي، پنهنجي اڳيان رکي، پنهنجا ڪن بند ڪري ڇڏيم. جيئن ويجهو اڏامي رهيو هو. هن منهنجي مورچي ۾ ڪرنٽ پري ڇڏيو ۽ مورچي جي منهن تي ڏنل چانپين کي چيپاٽي ڇڏيو. منهنجي چئن ئي پاسن کان بم پي ڪريا، ان ڪري آءٌ سجو ڌڪي رهيو هوس. مون خيال ڪيو ته، جيڪڏهن ڌماڪن جي اها بوڇاڙ رهي ته پناهه گاهه تباهه ٿي ويندي. مون کي لڳو ته جڻ، منهنجي هڪڙي ننڍڙي ٻوندي طوفان ۾ گهيرجي ويئي هئي. پنهنجي پويان مون ان وڻ جي ڪرڻ جو چرڙاٽ ٻڌو، جنهن تي ٿوري دير اڳ مٽنا ٻولي رهي هئي.

ڌماڪيدار بمن کان پوءِ، دشمن اڳتي بم اڇلڻ شروع ڪيا. ڌرتي جڻ آڳ ۾ رجي رهي هجي. مون اٿندڙ گئس ۽ ٻاهر جي گرميءَ کان بچڻ لاءِ، ٿيلهي مان ٽوال ڪڍي آلو ڪيو ۽ پنهنجو منهن اگهيو.

هاڻ هوائي جهازن مان بندوقون ڇٽي رهيون هيون، جن هوا کي بہ ٻوڙو ڪري ڇڏيو هو. پنهنجي پناهہ گاهہ جي اوٽ ۾ مون سڪون سان سگريٽ دکايو. گولا زمين جي مٿاڇري تان ٽيندا مون ڏانهن آسانيءَ سان پهچي سگهيا ٿي. مون سگريٽ مان وڏا ڪش هنيا ۽ اوڏي مهل دونهان ڪيندي مون کي اڻ مئي خوشي ۽ سڪون محسوس ٿيو. سگريٽ منهنجي ٿڪاوٽ ختم ڪري ڇڏي ۽ مون ۾ بي انتها حرڪت پيدا ڪئي. مون کي لڳو تہ آءٌ مورچي مان ٽپ ڏئي ٻاهر نڪري آزاد فضا ۾ ٽپا ڏئي رهيو آهيان. پر اجا ڪجهہ دير انتظار ڪرڻو پئجي ويم. دشمن زمين تي لهڻ لاءِ تياري ڪري رهيا هئا. پنهنجن تجربن مان مون کي خبر هئي تہ دشمن هميشہ لهڻ کان اڳ، ڍپ وچان انڌا ڌنڌ بمباري ڪندا آهن. مون کان هاڻي رهيو نٿي ٿيو. مون کي، گذريل رات ياد پئي، جڏهن آءٌ دشمن جي سرچ لائيٽ جي روشنيءَ کان پاڻ کي لڪائي بہ رهيو هوس، ۽ کاهي بہ کوٽي رهيو هوس. ائين ڪندي مان ماندو ٿي پيو هوس، پر پوءِ بہ مون پنهنجي کاهي کوٽي پوءِ ئي ساهہ پٽيو. سپاهيءَ واري زندگي ۾، منهنجي اها هڪ نہ وسرندڙ رات هئي. مون سخت ۽ ٺوٺ ڌرتيءَ ڏانهن نهاريو. هن ڌرتيءَ جو چپو چپو، مون کي زندگي جي هر گهڙيءَ ۾ ياد پوندو.

پنهنجي جيجل جي آزاديءَ لاءِ، مون پنهنجي پيار کي وساري ڇڏيو. سچ پچ تہ، مسلسل ٻارنهن ڪلاڪ پنهنجي مورچي لاءِ کوٽائي ڪيم. انهي ڏکئي ۽ ٿڪائيندڙ ڪم جي دوران، آءٌ هڪ ڀيرو مايوس بہ ٿيس. وسندڙ گولين مون کي مجبور ٿي ڪيو تہ ساهي نہ پٽيان. ۽ هاڻي اها پناهہ گاهہ دشمن جي گولن ۽ بمن کان منهنجو بچاءُ ڪري رهي هئي. ها! اها پناهہ گاهہ منهنجي ماءُ ئي تہ هئي، جنهن جي هنج ۾ مونکي ڪيڏو نہ سڪون ملي رهيو هو. مون پنهنجا هٿ مورچي جي پٽ تائين آندا، ٿڌاڻ منهنجي هٿ کي ڇهي ورتو. مورچي جي پٽين تي آڱريون ڦيرينديء، مون ابدي خوشي محسوس ڪئي. لنگهہ مان داخل ٿيندڙ روشني، ڪن پل لاءِ مورچي ۾ سوجهرو ٿي ڪيو. منهنجي ذهن ۾ هڪ خيال ايريو. مون بي اختيار 200 جو انگ، مورچي تي ڪوريو.

ها، هن مورچي سميت، منهنجي کوٽيل مورچن جو تعداد هاڻي بہ

سڄي ٽي ويو هو ۽ هي مورچو انهن سڀني مورچن ۾ مون لاءِ سڀ کان ڏکيو ثابت ٿيو هو. سخت پورهئي کان پوءِ ڪوٽيل هن مورچي ۾، آءُ پنهنجي ڳوٺ کان ڪوهين ڏور وينو هوس. مون کي پنهنجي هٿن سان ڪوٽيل، ٻـ سڄ مورچن ۾ آرام ۽ اوجاڳي ۾ گهاريل، ٻـ سڄ راتيون ياد آيون ۽ انهن کي ياد ڪندي، آءُ پنهنجي خيالن ۾ گم ٿي ويس. بم جي هڪ ڌماڪي منهنجي خيالن کي ٽوڙي ڇڏيو. آلي مٽي منهنجي مورچي ۾ اچي ڪري. شايد هوانهو مون کي مدد لاءِ سڏي رهيو هو. آءُ ڪليل ٻـ دستي بم ۽ رائفل هٿ ۾ ڪري ريڙهيون پائيندو، مورچي جي لنگهہ تي آيس. پهرين ٿوري دير لاءِ آسپاس جو جائزو ورتم، ۽ پوءِ اٿي بيٺس تہ سج جي تيز روشني، مون تي وسي وئي. هوانهو مون کي ڏسي پڇيو:

”تون ڇالاءِ ٻاهر نڪتو آهين؟“

”تو جو مدد لاءِ ياد ڪيو.“ مون وراڻيو.

”شايد ڌماڪي سبب اُٿيل مٽي تنهنجي مورچي ۾ ڪري آهي، تنهنڪري تنهنجي ذهن ۾ اهو خيال پيدا ٿيو هوندو تہ اها مٽي مون اڇلي آهي. آءُ بلڪل ٺيڪ آهيان، ۽ اڃا مون کي مدد جي ڪابہ ضرورت ڪانهي.“ هوانهو ٺيلهي مان پٽي ڪڍندي وراڻيو. منهنجي نظر هن جي زخم تي پئي.

”تہ زخم رسيو اٿئي.“

هوانهو ڪبو هٿ مٽي ڪنيو ۽ چيو: ”ڪا ڳالهہ ناهي معمولي ئي تہ زخم آهي.“ ائين چوندي هن پٽي ڪولي ۽ زخم تي ٻڌي.

”پٽي جلدي پنهنجو اثر ڏيکاريندي.“

”تون هاڻي مورچي ۾ هليو وڃ.“ هوانهو مورچي ۾ گهڙي ويو. مون چؤطرف نهاريو. رڳو دونهون ئي دونهون هو، جيڪو ڌرتيءَ جي سيني کان، آسمان ڏي اٿي رهيو هو ۽ پريان، اسان جي پلٽڻ پوزيشن سنڀاليو بيٺي هئي. هڪ بم بلڪل مورچي جي ويجهو اچي ڪريو ۽ ان آسپاس جي چانئين ۽ وڻن کي، پاڙان اکوڙي ڇڏيو. مون سڪون جو ساهہ کنيو ۽ مٿي آسمان ڏانهن نهاريو جنهن ۾ جيٽ ٻوڙي رهيا هئا. اهي تمام اوچو اڏامي رهيا هئا. اوچتو اوپر کان، رات جهڙا ڪارا هوائي جهاز ظاهر ٿيا.

”تين بمباري“ مون ڏاڍيان چيو. هوائي جهازن هڪ چڪر لڳايو ۽ ان ڪان پوءِ انڌا ڌنڌ بم وسائڻ لڳا. ڌماڪن ڌرتيءَ کي لوڏي ڇڏيو ۽ مون کي لڳو تہ اهو زلزلو اسان کي ڌرتيءَ تان ڪٽي، آسمان تي اڇلي ڇڏيندو. مون پنهنجي ٽنگن کي، مضبوط جهليو ۽ ڪوشش ڪئي تہ جيئن زمين تي نہ ڪران.

بمباري هاڻي بند ٿي چڪي هئي. مون منهن تي چڙهيل دز اگهي، ۽ پنهنجا هٿ پناهہ گاهہ جي پٿين تي ڦيريا. پٿين تي وڏا وڏا ڏار پئجي ويا هئا ۽ مورچي جو لنگهہ پڻ تباهہ ٿي چڪو هو. اجا ٿورڙي دير مس گذري هوندي جو وري بمباري شروع ٿي وئي. بم ايترو ويجهو پيي ڪريا جو مون کي لڳو تہ، شايد هيءَ پناهہ گاهہ منهنجي وڌيڪ حفاظت نہ ڪري سگهندي ۽ آءٌ شايد ختم ٿي وجان.

مون هيلتائين، ڪوڙهنڌن تي مورچا کوٽيا هئا. سامونڊي علائقن تي، سنون سڌن پٽن ۾، يا وري اوپر جي رت جهڙي ڳاڙهي مٽيءَ ۾. هر جنگ جي ميدان ۾، مون پناهہ گاهہ کوٽي ۽ هر پناهہ گاهہ منهنجي لاءِ انيڪ ۽ نہ وسرندڙ يادگيريون ڇڏي ٿي وئي. مون کي جياندهہ جهڙي ارڏي ڌرتي ياد پئي. جتي مون اتان جي ڳوٺاڻن سان لونار جو ڏڻ ملهايو ۽ اتي منهنجي هڪ گوريلا عورت سان ڏيٺ ٿي، جنهن مون سان گڏجي جنگ لڙي ۽ جيڪا پوءِ منهنجي مڱ بہ بنجي وئي. ۽ هاڻ آءٌ ان ڌرتي تي وڙهي رهيو آهيان، جيڪا منهنجي اباڻي ڌرتيءَ کان ڪوهين ڏور آهي. جنهن بابت مون ڪڏهن سيني ۾ سوچيو بہ نہ هو. ڌرتي ماءُ کي پيل غلاميءَ جي زنجيرن، مون کي هت آندو ۽ هن پناهہ گاهہ سڄي رات، منهنجي ائين حفاظت ڪئي جيئن ماءُ، پنهنجي سڪيلڌي کي هنج ۾ وٺندي آهي. هي پناهہ گاهہ منهنجي زندگيءَ جو حصو بنجي وئي هئي. مون کي محسوس ٿيو تہ هيءَ ڌرتي منهنجي ٻي ماءُ آهي. ٿوريءَ دير ۾، جڏهن دشمن هن ڌرتيءَ تي لهندا تہ، آءٌ سينو تاڻي سندن مقابلو ڪندس ۽ کين نيست و نابود ڪندس. آءٌ هن ڌرتي جي هڪ هڪ انچ لاءِ لڙندس، ڇاڪاڻ تہ هيءَ اسان جي ڌرتي آهي. غدارن جي ناهي.

ويڙهاڪ جهاز پويان هيليڪاپٽر ڇڏي ويا، جيڪي اسان جي

مٿان چڪر ڏئي رهيا هئا. منهنجي مورچي ۾ اوچتو مٽيءَ جو لپو اچي ڪريو. مون پويان نهاريو. اسڪواڊ اڳواڻ هوانگ، وڻ جي پويان بيٺو هو. منهنجي نهارڻ تي هن ڳالهايو: ”مون کي پڪ آهي ته هو جلد ئي هٽي لهندا. ڌيان ۽ احتياط سان پلي پٽ آڏر پاءُ ڪج. دستي بم اڳواٽ رٿيل منصوبي هيٺ جيئن ئي بگل وڄي ته اڇلائجان. جيڪڏهن ڪو مورچي ۾ گهڙي اچي...، هوانگ سنگين هوا ۾ لهرائي ۽ مرڪيو. ڳالهه کي جاري رکي هن مون کي چيو: ”تنهنجي پناهه گاهه اجا ڪافي مضبوط آهي. ڇا ائين ڪونهي؟ اسان کي هن ڌرتيءَ جو ٿورو مڃڻ گهرجي، جنهن اسان جي بي انتها بمباريءَ ۾ به حفاظت ڪئي. هوانهو کي به اطلاع ڏي.“

مون هوانهو جي ڪاهيءَ ڏي مٽي اڇلائي. هن منهن ڪڍي ٻاهر نهاريو. مون کيس اسڪواڊ اڳواڻ جي حڪم کان آگاهه ڪيو. مون اڃان ڳالهه ختم ئي مس ڪئي جو ويڙهاڪ هوائي جهاز آسمان ۾ ظاهر ٿيا ۽ هيٺ بم ڪيرائڻ لڳا. هڪ بم منهنجي پناهه گاهه جي ڪنڊ وٽ ڪريو. مون کي کٻي هٿ ۾، ڪا شيءِ لڙڪندڙ لڳي. ڇيچ هٿ کان ڪٽجي چڪي هئي ۽ فقط کل جي ذري هٿ سان ڳنڍيل هئي. مون نفرت مان، هوائي جهازن ڏي نهاريو ۽ ڇيچ کي پنهنجي اصل جڳهه ڏي آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. پر نه لڳي سگهي جنهن ڪري کيس ڪٽي زخم کي پٽي ٻڌي ڇڏيم.

جهازن جو هڪ سيلاب هو جيڪو مسلسل بم وسائيندو رهيو. جيئن ئي آءٌ پناهه گاهه ۾ ويٺي اسڪواڊ اڳواڻ ۽ هوانهو کي صورتحال کان باخبر رکي رهيو هوس ته، هڪ جهاز دونهين دار بم اڇليو ته جيئن جهازن جي هيٺ لهڻ لاءِ جڳهه پيدا ڪري سگهي.

”نيڪ آهي هاڻي صورتحال رخ مٽائيندي.“ مون اطمينان محسوس ڪيو. دشمن کي اها ڄاڻ نه هئي ته هو چئني طرفن کان گهيريل هو. مون به هينڊ گرنيڊ ڪڍي، پناهه گاهه جي منهن تي رکيا. رائفل کي لوڊ ڪري، سنگينن جو رخ دشمنن ڏانهن ڪيم ۽ انتظار ڪرڻ لڳس.

جهاز هاڻي زمين کان فقط پنجن ڇهن فوٽن جي بلنديءَ تي، اڏامي رهيا هئا. دشمن هينڊ گرنيڊ اڇليندا هيٺ لٿا. هنن تي قطارون ٺاهيون.

ڪمانڊر شرابين وانگر حڪم ڏيئي رهيو هو. چاڪاڻ ته ڪين پڪ هئي ته سندن بمباري اسان جن مورچن کي تباهه ڪري ڇڏيو هوندو.

”توهان ڪن پل ۾ تباهه ٿي ويندا“ مون چپن ۾ ڳالهايو. منهنجي حالت هاڻي برداشت کان ٻاهر هئي. مون گرنيڊ کي مضبوطيءَ سان هٿ ۾ جهليو. اسان جي اسڪواڊ تي حملا ڪيا. مون ويجهو دشمن جي جٿي تي هڪڙو گرنيڊ اڇليو. پوءِ ٻيو اڇليو پوءِ...... اسان جا فوجي نهايت ڦڙتائيءَ سان گوليون هلائڻ لڳا.

”هاڻي گهيري ۾ آڻيندڙ نيٽ ڇڪڻ گهرجي.“ مون خيال ڪيو. دشمن جون متيون منجهي پيون هيون. جيئن اسان نيٽ ڇڪي، دشمن ۾ ٽاڪوڙو مچي ويو. مون گاهه تي ريڙهيون پائيندڙ غدار تي گولي هلائي. هو ٿوري دير لاءِ ڦٿڪيو ۽ پوءِ سدائين لاءِ ليٽي پيو. جيئن ئي بگل وڳو اسان جا فوجي مورچن مان نڪري آيا. آءٌ به ٽپ ڏيئي مورچي مان نڪري آيس. مون اسڪواڊ اڳواڻ هوانگ ۽ هوانهو کي ڏٺو جيڪي ڏڙاڏڙ مشين گنن مان فائر ڪري رهيا هئا. دشمن جا فوجي ٻڌنن جي حساب سان ڪرندا ٿي ويا. اسان جو اسڪواڊ ائين اڳتي وڌي رهيو هو جيئن ٻوڏ جي موسم ۾ ميڪانگ نديءَ ۾ لهرون اٿنديون آهن! هي هڪ طوفان هو. فقط ڏهن منٽن ۾ جنگ جي ميدان ۾ ماٺ ڇانئجي وئي.

اسڪواڊ اڳواڻ منهنجي ويجهو آيو. مون ڪيس پاڙيتو فوجيءَ کان ڦريل گن ڏني. منهنجي کٻي هٿ تي پٽي ڏسي ڇيائين.

”زخمي ٿيو آهين.“

”ها منهنجي ڇيچ ٻم سان ڪٽجي وئي آهي پر اجا به رائفل هلائي سگهان ٿو.“

هو پاڙيتو فوج جي ڪمانڊر جي لاش وٽ رڪيو ۽ نمي ان جي کيسي مان دستاويز ڪڍي، پنهنجي کيسي ۾ وڌائين. ۽ مون ڏانهن مڙي حڪم ڏنائين: ”جنگي قيدين کي ڪئمپ ڏانهن وٺي وڃ.“

”اسان جي يونٽ ۾ منهنجي ڊيوٽيءَ جو ڇا ٿيندو؟“

ڇا مون کي هنن کي ڪئمپ تائين وٺي وڃڻو پوندو؟“ مون مايوس ٿيندي پڇيو.

اسڪواڊ اڳواڻ ناڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو. ”تون ڪين اڳئين جٿي تائين پهچائي واپس موٽي اچجانءِ.“

مون مرڪي ڏنو. اسڪواڊ اڳواڻ بہ مرڪيو. آئون جنگي قيدين ڏانهن ويس، جيڪي جهنگل ۾ بي ترتيب ويٺا هئا.

سج جي گرمي دشمن جي لاشن کي ساڙي رهي هئي. منهنجي پيرن هيٺان زمين جلي رهي هئي.

آءٌ ۽ منهنجا ڪجهہ ساٿي جنگي قيدين تي پهرو ڏئي رهيا هئاسين. پريان مشين گنن جا آواز اچي رهيا هئا، جن جوش ۽ ولولو پيدا ٿي ڪيو.

جنگي قيدين کي ڪٽندڙ جٿو ڇئين بجي شام جو پهتو. آءٌ قيدي حوالي ڪري، پيهر پنهنجي ڊيوٽيءَ تي پهتس. هوانهو ان وقت ماني کائي رهيو هو.

”ڇا صبح جو وڏي حملي جو پروگرام آهي؟“ هوانهو ڪنڌ لوڏيو.

”هي فائرنگ جا آواز ڪٿان پيا اچن؟“

”اسان جي يونٽ مان“ هوانهو جواب ڏنو.

”ڪا خبر پيئي؟“

”هنن ٻن ڪمپنين کي تباهہ ڪري ڇڏيو ۽ اسان هڪ کي“ هن پنهنجي آڱر مٿي کڻندي چيو.

”هڪ ٻتالين جي خاتمي کان پوءِ، مون کي ڊپ آهي تہ اسان سان وڙهڻ لاءِ دشمن وٽ ٿيا ڪي فوجي نہ بچيا هجن. جي ائين آهي تہ مون کي ان جو سڄي ڄمار ڏک رهجي ويندو. ڇا منهنجي وڃڻ کان پوءِ هنن بمباري ڪئي؟“

”ها......“

مون چئوطرف نهاريو. مشڪل ئي سان ان جڳهہ کي سڃاڻي سگهيس. بمن ۽ راڪيٽن، سيني وڻن کي تباهہ ڪري ڇڏيو هو. ائين پئي ڀاسيو تہ زمين تي ٽريڪٽر گهمي ويو هجي.

”ڇا ڪو زخمي ٿيو؟“

هوانهو هائوڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو.

پنهنجي مورچي ڳولڻ ۾ مون کي ڪافي وقت لڳو. پناهه گاهه جو لنگهه تباهه ٿي چڪو هو. آءٌ مورچي ۾ اندر گهڙيس، ان جو تر آلو ٿيو پيو هو، پر پٽيون اڃا ٺيڪ حالت ۾ هيون.

اڃا آءٌ مورچي کي جاچي رهيو هوس ته، اسڪواڊ اڳواڻ جو آواز ڪن تي پيم: ”ڪوچ لاءِ تياري ڪريو.“ ان ڪان اڳ جو آءٌ ڪو سوال ڪريان هن چيو: ”اميد آهي ته جنهن هنڌ هلون ٿا اتي دشمن گهٽي تعداد ۾ ايندو.“

اسان جو يونٽ روانو ٿيو. هڪ دفعو اسان وري اڻ ڏٺل ڌرتيءَ ڏانهن روانا ٿياسين. اتي آءٌ پنهنجو 201 مورچو کوٽيندس. جيڪو منهنجي سڄي رات لاءِ وفادار ٿي رهندو. ۽ منهنجو بچاءُ ڪندو ائين، جيئن ماءُ پنهنجي ٻار کي هنج ۾ ڪٽندي آهي. اتان به آءٌ پنهنجي ڌرتيءَ جي غدارن کي هڪالي ڪڍندس. آءٌ تيستائين بندوق ڦٽي نه ڪندس، جيستائين منهنجي جيجل ڌرتي، آزادي ۽ عظيم آدرش نه ٿي ماڻي. جيستائين جيجل تان غدارن ۽ ديش دروهين جو خاتمو ٿي نه ٿو وڃي

* * *

# هوءَ ڪير هئي؟

## ڪرچ آرمين

آءٌ بنا ڪنهن مقصد جي، ايئن ئي روڊ تي پسار ڪري رهيو هوس ته ڪنهن پويان سڏ ڪيو. ”روبن!“

مون پويان نهاريو. ڏٺم ته هڪ ڇوڪري، مون ڏانهن ڊوڙندي اچي رهي هئي. هوءَ قد جي پوري پني، ۽ عمر ۾ مون کان ٻه سال ڪن ننڍي ٿي لڳي. سندس انگ انگ ۾ جوڀن جي بهار جهلي ٿي ۽ سندس چهري تي، معصوم ٻار جيان مرڪ هئي. مون کي پڪ هئي ته مون هن کي اڳي به ڪٿي ڏٺو هو. پر ڪٿي؟ هوءَ ڪير هئي.؟؟

”ڇو روبن“ هن چلولائيءَ واري انداز ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي ٻارن جيان ڪتڪتائي ڪرڻ لڳي. آءٌ توکي ڪيتري عرصي کان ڳوليندي رهي آهيان! تون ان جو تصور به ڪري نٿو سگهين!“

”ها!“ مون وراڻيو ۽ ذهن تي گهڻو زور ڏنو ته من، سندس نالو ذهن تي تري اچي، منهنجي ڪوشش اجائي وئي.

”آءٌ گذريل پنجن ڏينهن کان هتي آهيان، هاڻ جڏهن واپس وڃي رهي آهيان، ته تون مليو آهين. پر ان ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهه؟ تون يقين ڪر، مون توکي ڏاڍو ڳوليو. تنهنجو ڏس تنهنجي منهنجي ڏيٺ وارين ڇوڪرين کان پڇيم، پر ڪنهن به تنهنجو ڏس پتو ڪو نه ڏنو.“

سندس ايتري پنهنجائپ ۽ پيار پريي لهجي مان ظاهر هو ته، مون

ڪيس چڱيءَ پر سچاتو ٿي. منهنجي ساڻس هڪ پيرو نہ پر ڪيترا ڀيرا ملاقات ٿي چڪي هئي. ايتري ڏيٺ هوندي بہ آءٌ ڪيس ايترو جلدي ڪيئن وساري ويٺس؟ ايتري قدر جو مون کي، سندس نالو بہ ياد ناهي رهيو. منهنجي زندگي ۾ آيل ڇوڪرين ۾ هوءَ سڀني کان وڌيڪ سندر ۽ ڪامڻي هئي. پوءِ بہ منهنجي ذهن تان ميسارجي ڪيئن وئي؟

”پنهنجي خبر ڪر“ سندريءَ پڇيو. ”تو اهو وقت ڪيئن گذاريو؟ هاڻ ڇا پيو ڪرين؟؟ ڪجهہ سڌريو بہ آهين يا اجا اهڙوئي شرارتي، چريو چرپٽ ۽ پوڪ بصر آهين.؟؟؟ جاني مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو آهي، جو منهنجي روانگيءَ ۾ بہ ڪلاڪ هئڻ سبب آءٌ توسان گهڻو وقت نٿي گهاري سگهان.“

هوءَ ائين ڳالهائي رهي هئي، ڄڻ اسان جي پاڻ ۾ ڪا صدين جي ڏيٺ ويٺ هجي. سندس ايتري پنهنجائپ مون ۾ بي اختيار ڪيس چمي ڏيڻ ۽ ڀاڪر ۾ ونڻ جي خواهش پيدا ڪئي. ڇا آءٌ ڪنهن وقت ۾، ڪيس پيار نہ ڪندو هوس.؟ ۽ شايد ان کان پوءِ جي عرصي ۾ آءٌ ڪيس ٻيهر پيار ڏئي نہ سگهيس. هوءَ هڪ اهڙي مومل هئي، جنهن جي عشق ۾ توهان کي هر حالت ۾ راڻي بنجڻ جو شوق پيدا ٿي سگهيو ٿي ۽ مون کي سندس نالي تائين جي بہ خبر نہ هئي. آءٌ انهيءَ دوشيزه جو، جنهن مون کي ايترو پيار ڪيو ٿي، پيلا ڪيئن نالو پڇي سگهيس ٿي. مون نٿي چاهيو تہ هوءَ منهنجي ڪنهن بہ حرڪت سبب ڪاوڙجي وڃي يا سندس ڪومل جذبن کي گهاءُ رسي.

پيلا مون کي سندس نالي پڇڻ مان ورندو بہ ڇا؟ ڪجهہ بہ نہ. تہ پوءِ بهتر ائين ٿيندو تہ جيئن صورتحال آهي تيئن ئي رهڻ ڏجي. ٿي سگهي ٿو تہ ڳالهين وچ ۾، هوءَ اُهو ڪجهہ ڳالهائي، جنهن مان سندس نالي ۽ ڏس پتي جي سڌ پئجي وڃي. پر هن سڄي گفتگو دوران پنهنجي متعلق ڪجهہ بہ نہ ڳالهايو. هن کي فقط ۽ فقط مون ۾ دلچسپي هئي ۽ هوءَ فقط اهو ڪجهہ ٻڌڻ لاءِ اتاولي هئي، جيڪو مون ڳالهائڻ چاهيو ٿي.

”روبن! ڪجهہ تہ ڳالهاءِ. تون ايترو جلدي ڇو بدلجي ويو آهين؟ اڳوڻن ڏينهن ۾ تون ڏاڍي يخي هٽندو هئين. مون کي تنهنجو اهو انداز ڏاڍو پسند هو. ڇا تون منهنجي لاءِ اهو ساڳيو چريو چرپٽ ۽ يخي باز ٿيڻ پسند

نہ ڪندين؟“ ”اوهہ!“ هن ڳالهائيندي ڳالهائيندي اوچتو ڳالهائڻ بند ڪيو. ٿوري دير رڪي هن وري ڳالهايو.

”چا مون توکي کوٺي تہ نہ ڪيو. متان توکي ڪيڏانهن وڃڻو هجي.“

”نہ، نہ....“ مون تڙتڪڙ ۾ وراڻيو.

”مون کي معاف ڪجان جو آءٌ ههڙي نموني توتي چٽي ٿي آهيان، پرين! آءٌ ڪڏهن بہ ائين نہ ڪريان ها، جيڪڏهن تنهنجي جاءِ تي ڪو ٻيو هجي ها. مون سان هٿ ۾ هٿ ڏي. پلا ايڏيون تڪڙيون ۽ وڏيون وکون ڇو ٿو کڻين؟ ڪهڙي تڪڙ پئي اٿئي؟ جاني! مون سان گڏ گڏ هل.“

مون ساڱس پير پير سان ملائي هلڻ شروع ڪيو پر ٿوري ئي دير ۾ محسوس ڪيم تہ مون اهو ٺيڪ نہ ڪيو. جيتوڻيڪ منهنجو ڪو بہ پيڇو نہ ڪري رهيو هو پر پوءِ بہ آءٌ ڏاڍو شڪي ٿيس.

مون ڪجهہ چوڻ چاهيو ٿي، پر مون چا چوڻ چاهيو ٿي؟ مون کي جيڪڏهن سندس پسند، ناپسند جي ٿوري بہ ڄاڻ هجي يا اها خبر هجي تہ آءٌ جنهن سان ڳالهائڻ چاهيان ٿو اها ڪير آهي تہ بہ آءٌ ڪجهہ ڳالهائي سگهان، پر مون کي تہ هن بابت ذري بہ ڄاڻ ڪانهي.

هوءَ چوي ٿي تہ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڳالهاءِ. ٺيڪ آهي، پر آءٌ چا ڳالهايان؟ آءٌ تہ کيس سڃاڻان بہ ڪو نہ ٿو. آءٌ انهيءَ مسئلي تي اجا سوچي رهيو هوس تہ هوءَ ٻيهي رهي.

مون کي سامهون واري گهر ۾ وڃڻو آهي. تون منهنجو اتي انتظار ڪر. مان جلدي واپس ٿي اچان. ڏس! جاني هليو متان وڃين.“

هوءَ گيٽ مان داخل ٿي، اندر ويئي. اهو گيٽ باغ ۾ کليو ٿي ۽ باغ جي پرسان ڪافي گهر هئا. مون کي خبر نہ پيئي تہ هوءَ ڪهڙي گهر ۾ ويئي. نہ تہ جيڪر آءٌ ٻئي ڏينهن ان گهر ڏٽيءَ کان پڇان ها تہ اها ڇوڪري، جيڪا هڪ ڏينهن اڳ اوهان وٽ آئي هئي، سا ڪير هئي؟

ڏهہ منٽ گذري ويا، پر هوءَ نہ وري. شايد هن کي مون بابت قائم ڪيل تصور جي اصل ڄاڻ پئجي چڪي هئي. يا شايد شراب جي نشي ۾ ڏت هوءَ پلجي مون کي پنهنجو محبوب سمجهي ويٺي هئي؟ پر هن جي

ڳالهائڻ مان لڳو ٿي تہ هوءَ نشي جي حالت ۾ ڪونہ هئي. هن جي ڳالهائڻ جي انداز ۽ چهري تي ايرندڙ تاثر ۾ صداقت صاف نظر اچي رهي هئي.

ويهہ منٽ گذري ويا. پر هوءَ نہ موٽي. آءٌ پاڻ کي يقين ڏيارڻ لڳس تہ، هوءَ ان قسم جي ڇوڪري ڪانہ هئي، جنهن بابت مون هن اوچتي ملاقات ۾ تصور ڪيو هو. مون کي شايد پل ٽي هئي مون ان گيٽ تي آخري نظر وڌي، جنهن مان لنگهي هوءَ اندر گم ٿي ويئي هئي ۽ آهستي آهستي هلڻ شروع ڪيم. مون کي اها سڌ ئي نہ رهي تہ آءٌ ڪيڏانهن وڃي رهيو هوس. آءٌ ان طرف مڙيس، جتان آيو هوس. شايد آءٌ حقيقت ڏانهن موٽي رهيو هوس.

”روبن!“ مون پوپان نهاريو. ساڳي سندري مون ڏانهن ڊوڙندي اچي رهي هئي.

”هون!تہ تون مون کان لڪي ڀڄڻ ٿو چاهين. ايئن نہ؟“

”نہ! نہ!!“ ايئن ورائيم ڄڻ تہ مون کان ڪو ڏوهہ ٿيو هجي يا مون ساڻس ڪو دوکو ڪيو هجي.

”آءٌ ويس ٿوروئي ٿي بس ايئن ئي پسار ڪندي پاڻ کي وندرائي رهيو هوس.“ سندس پيار ۾ ڪيڏي نہ سچائي هئي!

”روبن! منهنجي ڪري توکي گهڻو انتظار ڪرڻو پيو. انهيءَ لاءِ معاف ڪجانءِ ۽ ها..... مون کي تمام گهڻي دير ٿي ويئي آهي ان ڪري آءٌ تنهنجي لاءِ ڪجهہ خريد بہ نہ ڪري سگهي آهيان.“

اسان هڪ پاسي ٿي بيهي رهياسين. هن ڪجهہ چوڻ چاهيو ٿي، پر بس اچڻ سبب چئي نہ سگهي.

”ڏس! منهنجي بس بہ اچي ويئي. مون کي هٿ لوڏي الوداع نہ چئجانءِ، جيڪڏهن مون کي ڪنهن توسان ڏسي ورتو تہ دڙڪا ڏيندو. ڪيڏي نہ بدنصيبي آهي، جو گذريل پنجن ڏينهن ۾ آءٌ گهڻي ڳولا جي باوجود توکي پائي نہ سگهيس ۽ وري جي مليو آهين تہ اهڙي وقت ۾، جڏهن منهنجي اُسهڻ جو وقت پرجي آيو آهي. پيارا روبن! پنهنجي صحت جو ضرور خيال رکجانءِ.“

بس جي پائيدان تي پير رکڻ کان اڳ هن پوئتي نهاريو ۽ رڙ ڪري

چيو ”جاني خط ضرور لکجانءِ! ائڊريس جي تہ توکي خبر ئي آهي. جي تو پهرين خط نہ لکيو تہ آءٌ توکي زندگيءَ ڀر خط نہ لکنديس.“

آءٌ ذري گهٽ ڪرڻ تي هوس، جو بس جو دروازو بند ٿيو ۽ بس هلڻ شروع ڪيو. اها منهنجي ننڍڙي ڪائنات جي پراسرار ڪهاڻيءَ جي پڄاڻي هئي، جنهن جو آءٌ اج تائين انت پائي نہ سگهيو آهيان.

سندري رواني ٿي ويئي. مون کي هوءَ ان کان پوءِ وري ڪڏهن ڪٿي بہ نہ ملي ۽ نہ ئي هن بابت ڪا خبر بہ پيئي. پر هوءَ منهنجي لاشعور ۾ سدائين لاءِ محفوظ ٿي ويئي. هن کي آءٌ هيلتائين بہ وساري نہ سگهيو آهيان. جيتوڻيڪ هن جي مون کي ڪابہ ڄاڻ ڪونهي تہ هينئر ڪٿي آهي.

ڪافي سال گذري چڪا آهن. سچو پيار منهنجي جيون ۾ داخل ٿي چڪو آهي. هيلتائين آءٌ گهڻين عورتن جي صحبت ۾ رهيو آهيان، پر گهڙيءَ کن لاءِ آءٌ خود حيرت ۾ پئجيو وڃان ۽ مون کي اها سندري اڄ بہ انهن سڀني عورتن ۾ اُتم ڀاسي ٿي. اها ڪاٺي، جنهن بابت آءٌ ڪجهہ بہ نٿو ڄاڻان، مون کي اڄ بہ انهن عورتن کان مٿانهين ٿي ڀاسي، جن سان منهنجي ڏيٺ ويٺ آهي.

شايد منهنجي زندگيءَ جو اهو سڀ کان اُتم پيار آهي. جيتوڻيڪ آءٌ کيس صفا ڪونہ سڃاڻان، پر هڪ ڳالهہ هينئر بہ بنهہ صاف آهي تہ:

آءٌ اڃان تائين بہ ان سندريءَ جي تلاش ۾ اوسيئڙي ۾ آهيان، جيڪا منهنجو انتظار ڪندي هئي ۽ مون کي ڳوليندي وتندي هئي.

تون ڪٿي آهين؟ مهرباني ڪري تون مون کان انهيءَ ڪري ناراض نہ ٿي، جو مون توکي خط ناهي لکيو. مون کي تنهنجي ائڊرس ياد ناهي. مون کي تنهنجو نالو وسري ويو آهي. سچ پڇ تہ مون کي تون وسري ويئي آهين. جيتوڻيڪ آءٌ انهيءَ کي پنهنجي توهين ٿو سمجهان، پر اها حقيقت بہ تہ آهي. ۽ ها...... جڏهن تہ تون ڄاڻين ٿي تہ مان چريو چرپٽ ۽ پوڪ بصر جو بہ آهيان. مون کي پوڪ بصر ۽ چريو چرپٽ سمجهي معاف ڪر جو مون تو جهڙيءَ سندريءَ کي وساري ڇڏيو ۽ ها توکي وسارڻ جي سزا آءٌ خاموشيءَ سان ڀوڳي رهيو آهيان ۽ آءٌ پنهنجي زندگيءَ جي باقي

عرصي ۾ توکي وساري نہ سگهندس. مون کي تنهنجو سدائين اوسيئڙو رهندو ۽ ڇا اها گهٽ سزا آهي؟

تون مون تي مهربان هئينءَ. تنهنجو مون سان سچو پيار هو ۽ آءٌ وڏي واڪي چوان ٿو: ”هاڻي يا مستقبل ۾ کهڙيون بہ حالتون رهن، تون ايئن ئي منهنجي دل تي ڇانيل رهنديئينءَ. تون منهنجي هر ساهہ ۾ سمايل رهنديئينءَ. منهنجي من مندر ۾ سدائين تنهنجو واسو رهندو ۽ پڌ. تون جيڪڏهن اوچتو ڪنهن گهٽيءَ ۾ يا ڪنهن رستي تي مون کي ڏسي وٺين تہ، مون کي پنهنجي نالي (روبن) سان سڏ ڪجانءِ ۽ ان وقت آءٌ خاموشي اختيار نہ ڪندس. ان وقت آءٌ توکي هزارين دلچسپ ۽ نيون نيون ڳالهيون ٻڌائيندس، پر سڀ ڪان پهرين، آءٌ توکان هڪڙو سوال ضرور ڪندس:

”پر........ تون ڪير آهين؟ تنهنجو نالو ڇا آهي؟“

* * *

# ازليءُ ج

## رسيا ڪوچار

**هن** آهستي آهستي اکين جا ڇپر مٿي ڪنيا ۽ آس پاس نهارڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. هو اڃا مڪمل طور هوش ۾ ڪو نه آيو هو. هن جي جسم ۾ چرڻ تہ ساهہ ئي ڪو نہ هو. هو بيلي مان ايندڙ ڌماڪن جو آواز ٻڌي نٿي سگهيو. هن جي آڏو برف ڇمڻ جا نظارا فلم جيئن ڦرڻ لڳا. هن پردي تي ڏٺا سڪل گاهہ، سورج مکيءَ جا گل ۽ ڏانڊيون جن جي مٿان برف ڄمي پئي هئي، اها سياري جي اچڻ جي پهرين نشاني هئي.

سورج جا تيز ڪرڻا هن جي اکين سان ٽڪرايا تہ هن جا ستل سور جاڳي پيا. هن کي لونڊڙيءَ ۽ مٿي ۾، سخت سور محسوس ٿيڻ لڳو. ڌنڌلا نظارا هاڻ هن جي اکين آڏو چٽي ۽ واضح شڪل وٺڻ لڳا. هن کي سامهون هڪ ٽڪنڊي جهڙو گهر نظر آيو جنهن جي ويجهو جبل مان نڪرندڙ آبشار وهي رهيو هو ۽ سندس آواز ايئن لڳي رهيو هو چڻ ڪا ساهہ واري خلقت ساهہ کڻي رهي هجي. ڪيس گهر جي پرسان ڪجهہ وڻ بہ ڏسڻ ۾ آيا.

’وڻن جا پن اڃا چو هئا؟‘ هاڻي هو پوري طرح جاڳي چڪو هو. سندس ڪنن جا پردا هاڻي ماحول جي خاموشيءَ کي ٽوڙيندڙ آوازن کي، جهٽي سگهيا ٿي. ڪيس ڏيال پکيءَ جون رڙيون هاڻي پنهنجي ڪنن جي ويجهو محسوس ٿيون.

غير ارادي طور هن اٿڻ جي ڪوشش ڪئي، پر جلد ئي هو پڳل چٽ جيان، ورِي ڪري پيو. هن محسوس ڪيو تہ چڻ سندس هڏا ٽڙڪي پڃي پري رهيا هجن. ان پيڙا ڪيس تسلي ڏياري تہ سندس دماغ ڪم ڪري رهيو هو ۽

هو واقعي زنده هو.

هن جي دماغ سوچڻ شروع ڪيو. ڪيس ياد آيو ته، سندس نالو ميخائل هو. هاڻ هو ٻيلي جي هل ۾ هنگامي ۾ به پنهنجو نالو ٻڌي سگهي ٿو.

سج اڀرڻ ڪري هاڻ هر ڏس ۾ روشني ئي روشني ڦهليل هئي. ڪيس هاڻ پڪ ٿي ته هو مڪمل هوش ۾ هو ۽ ڪائنس ڪير به حافظو کسي نٿي سگهيو. هاڻ هو پنهنجي وجود کي محسوس ڪري سگهيو ٿي. هو آسپاس جي نظارن کي چڱيءَ طرح ڏسي ۽ محسوس ڪري سگهيو ٿي ۽ هو مشين گنن مان نڪرندڙ ڳورو ۽ گجندڙ آواز ٻڌي سگهيو ٿي، جيڪي بلڪل ويجهڙائيءَ کان اچي رهيا هئا.

هو ڪجھ وقت کان هتي، هن حالت ۾ پيو هو. سندس ان عمل کي ڪيترا ڪلاڪ گذريا هوندا، جڏهن هن دشمن جي بارود جي ذخيري ۾ بم اڇليو هو. جنهن جي نتيجي ۾ زوردار ڌماڪو ٿيو هو ۽ ڌرتيءَ تي ڇانيل اونداهيءَ ۾ روشني ۽ دونهين جا بادل ڇانئجي ويا هئا. انهيءَ دونهين جي بادلن پويان سندن آڏو سندس ساٿين جا ناقابل شڪست چهرا تري آيا.

هن پنهنجي پوري قوت ميڙي، ريڙهيون پائڻ شروع ڪيون. هو اُپريل سج طرف کسڪڻ لڳو. ڪيس پنهنجون ٽنگون ڪاٺ جيان سخت محسوس ٿي رهيون هيون. سخت سور سبب هو ٿوري رڙهڻ کان پوءِ ٿڪجي ٿي پيو ۽ ساٺي گاهه ۽ وهندڙ آبشارن جي بستري تي گهڙي پل لاءِ آرام ٿي ڪيائين ۽ بندوق مان نڪرندڙ گولين جي نڪائن تي، طرف تبديل ٿي ڪيائين. هاڻ ڪيس پڪ ٿي ويئي هئي ته هو بچي ويندو.

هو سڄو ڏينهن ۽ رات ريڙهيون پائيندو رهيو. هاڻ هو نديءَ جي ڪناري تي پهتو ۽ ندي تري، وري رڙهڻ شروع ڪيائين. ٽئين ڏينهن جي صبح جو هو جبل جي اوٽ ۾ قائم ڪيل ڪئمپ ۾ پهتو.

”مون کي ڪمانڊر سان ملايو.“ ايترو چوندي هو وري بيهوش ٿي ويو. سپاهين تمام سخت ڪوشش کان پوءِ هن جا چپ کوليا ۽ ووڊڪا جا ڪجهه ڦڙا سندس وات ۾ ناڻيا، جيڪي سندس نڙيءَ کان ٿيندا هيٺ هليا ويا. دل کي ڀائيندڙ سڳنڌ، سندس جسم ۾ ملي ويئي. زخمي سپاهي وري ان دنيا ۾ موٽي آيو. جيڪا ٿوري دير اڳ سندس اکين اڳيان گم ٿي ويئي هئي. سپاهين مانيءَ ٽڪرو سندس وات ۾ وڌو. هن ان کي چٻاڙيندي محسوس ڪيو ته، هو

ڪيترو نہ نبل ٿي چڪو هو.
هڪ دفعو وري سندس اکين آڏو ڇاتل سڄاتل چهرا ڦرڻ لڳا، پر اهي حقيقي هئا نہ ڪي خيالي، جيڪي سندس ٿڪل دماغ پهرين سوچيا ٿي.
”تيخون!“ هن بي اختيار زور سان ڳالهايو. ايئن ڪندي هو سڄو ڳاڙهو ٿي ويو. هڪ گرم هٿ سندس پيشانيءَ کي ڇهي رهيو هو. هاڻي هو خواب ڪو نہ ڏسي رهيو هو. اهو سچ پچ تہ ڪمانڊر جو هٿ هو.
”آرام ڪر منهنجا پٽ!“
اهو ساڳيو ئي پيار ڀريو آواز ڪمانڊر جو هو جنهن تي ڏينهن اڳ چيو هو: ”وچ اسان کي توهہ مڪمل ڀروسو آهي.“ هن ڪمانڊر کي چوندي ٻڌو ”هن کي ٻيو بہ ووڊڪا جو گلاس پياريو.“
ميخائل هڪ ئي ڍڪ سان سڄو گلاس پي ويو ۽ خالي گلاس هڪ سپاهيءَ کي ڏنو جيڪو ڪمانڊر جي ڀرسان بيٺو هو.
”اسان سمجهيو تہ تون مري چڪو آهين.“ ڪمانڊر اهو چوندي مرڪي ڏنو. ”ايتري قدر جو اسان تنهنجي سوڳ ۾ تعزيتي گڏجاڻي بہ ڪري ڇڏي. پر توکي جيئرو ڏسي اسان کي ڪيتري خوشي ٿي آهي، ان جو تون اندازو بہ نٿو ڪري سگهين!“
ميخائيل حيرت مان ڪمانڊر ۽ سپاهين ڏانهن نهاريو ۽ سندس ڳالهايل لفظن، ۽ حيرت ۾ وجهندڙ مرڪن کي محسوس ڪرڻ لڳو. هاڻ هن کي هر شيءِ پياري لڳي رهي هئي. سپاهي، ٻيلي جي سرءُ ۽ ان جي بهار ۽ جنگ جو دونهون..
”مرڻ ۾ ڇا رکيو آهي؟ آءٌ زنده رهڻ چاهيان ٿو.“
”سچ ٿو چوين.“ ڪمانڊر وراڻيو.
ميخائل جو دماغ هاڻي صحيح ڪم ڪري رهيو هو. هرڪو منظر ۽ واقعو هن جي ذهن تي صاف ۽ چٽو ٿيڻ لڳو.
”آءٌ فتح جي آخري ڏينهن تائين، جڏهن نازين کي مڪمل طرح شڪست ايندي، زنده رهڻ چاهيان ٿو. سوپ اکين سان ڏسڻ کان پوءِ، مرڻ ۾ ڪو بہ هرج نہ آهي ۽ نہ ئي ان جو مون کي ڪو ڏک رهندو.“
ڪمانڊر کلي ڏنو. هن سپاهين ڏانهن نهاريو ۽ وڏي واڪي چيو: ”ڪمانڊر منهنجو گواهہ رهجانءِ! ميخائل سوپ جي سج ايرڻ کان پوءِ مرڻ ۾

ڪو بہ عار محسوس نہ ڪندو.

اهو آڪٽوبر 1941ع جو وقت هو. ڌرتي ماءُ بندوقن مان نڪرندڙ گولين جي ٺڪائن سبب، ڏبي ۾ ڏڪي رهي هئي.

ڏينهن ۾ هفتا گذري ويا. ڌرتي رت سان رنڱجي چڪي هئي. ڪمانڊر جنگ ۾ مري چڪو هو. ان جي ڊويزن جا بهادر فوجي ۾ ميخائل جا دوست سپاهي مارجي چڪا هئا ۽ سندن نالا، تاريخ جي ڪنهن ڪنڊ ۾ محفوظ ٿي چڪا هئا. برفاني سيارو گذري چڪو هو. هاڻي برف ڳري رهي هئي ۽ گذريل سال جو وهيل رت، ڌرتيءَ تان ڌوئي رهي هئي.

هڪ ڀيرو وري بهار آئي. ڪيت ۾ ميدان ڇهچ ساوا نظر اچي رهيا هئا. شهيدن جي قبرن تي بهار جو ڦهريون سائو گاهہ ڦٽو هو. بهار وئي تہ اونهارو اچي ويو.

ڏکڻ ڏي نازي فوج ڊان ندي پار ڪري، وولگا ۾ ڪائوڪس ڏانهن وڌي رهي هئي.

وري بي سرءُ آئي، وري ٻيو سيارو آيو. ايئن نظر اچي رهيو هو ڄڻ جنگ ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيندي.

ميخائل پنهنجو پاڻ سان سچو هو. ۽ هو هميشہ جنگ ۾ سرگرم ۽ گرم خون سان رهيو. ڪئين دفعا هن سوچيو تہ جيڪي سپاهي، هن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي وڙهي رهيا هئا، اهي دراصل بندوق جي دونهين ۽ توبن جي گوڙ ۾ گهمسان جا ڇاول هئا ۽ انهن جي ان ڪان سواءِ ٻي ڪابہ زندگي هئي ئي ڪانہ.

هاڻ جنگ ۾ تيزي اچي وئي هئي. انقلابي فوج دشمن تي ڀرپور حملو ڪيو. جنهن ڪي دشمن جي طاقت روڪي نہ سگهي. ميخائل ۽ سندس دستو اڳتي وڌندو رهيو. هن جي آڏو سوين هزارين چهرا ايندا ويندا رهيا. هو انهن سڀن کي سڃاڻندو هو. پورا وار، ڪتابي چهرا، ڪوئلي جهڙا ڪارا پرون ۽ گهريون اکيون.

ميخائل چاهيو هو تہ هو سدائين پنهنجن ساٿين ۾ رهندو ۽ ڪانئن ڪڏهن بہ جدا نہ ٿيندو. پر پوءِ ڪيس هڪ ڏينهن لڳو تہ موت دروازي تي ٺڪ ٺڪ ڪئي آهي.

ميخائل ۽ سندس ٻن ساٿين کي دشمن جي ڪئمپ ۾ جاسوسيءَ لاءِ

موڪليو ويو. هو پورو هفتو ٻيلي ۾ ڀٽڪندا رهيا. ڏينهن جو هو گهاٽن وڻن ۾ لڪي پناهه وٺندا هئا ۽ رات جو سفر ڪندا هئا. سندن هڪ ساٿي زخمي ٿي چڪو هو. هنن ٻنهي کي پنڌ ڪرڻ سان گڏ پنهنجي ساٿيءَ کي به ڪلهي تي کڻڻو ٿي پيو. رات جي اونداهيءَ ۾ ڪيڏي مهل بمن ۽ راڪيٽن جي بماريءَ سبب روشني ڦهلجي ٿي ويئي. دشمن جي ڪئمپ جي ويجهو هنن هڪ گهچڻ ۾ ڏاڍو ڪيو. ٿڌي پاڻيءَ سبب سندن پير ڄمي چڪا هئا. هو چاتيءَ تائين گپ ۾ اندر رهيا، ته جيئن رات جو دشمن طرفان وسندڙ گولن کان بچي سگهن.

زخمي سپاهيءَ جو خون ميخائل جي ڪلهي کان ٿيندو هيٺ ڳڙيو. هن پنهنجي دوست کي ڌرتي ماءُ جي حوالي ڪيو ۽ پوءِ موت جو پٽو ڪراس ڪيو.

اهو هڪ ڏينهن اڳ جو واقعو هو. اڄ فقط ٻن ڄڻن ساوا گاهه لتاڙيندي، ٻيلو ڪراس ڪيو. ٻيلي مان روح کي پائنيندڙ سڳنڌ اچي رهي هئي. ميخائل پنهنجي ساٿيءَ جي ڪلهي تي ٻانهن رکي، پنهنجي زخمي ٽنگ کي ساهي ڏني. سندن پيرن هيٺان سائو سائو گاهه هو ۽ مٿي آسمان بلڪل نيرو ۽ صاف نظر اچي رهيو هو. سندس ساٿيءَ کي اوچتو ڪجهه ياد پيو ۽ پوءِ سندس آواز فضا ۾ گونجڻ لڳو: ”ياد ڪر تو حملي لاءِ ڪيڏي نه تڙپ ۽ خواهش ڏيکاري هئي. تو چيو ڪين هو ته آءٌ ان ڏينهن کي ڏسڻ لاءِ زنده آهيان ۽ ان لاءِ آءٌ مرڻ ۾ عار محسوس نه ڪندس. ڇا تو اهي لفظ ڪمانڊر کي ڪين چيا هئا؟ ڇا ائين نه آهي؟ ته آءٌ توکي ٻڌايان ٿو ته اهو وقت اچي ويو آهي.“

”تنهنجو مطلب ته موت اچي ويو آهي؟ اڃا جنگ ۾ جڏهن اڌوري سوڀ مس حاصل ٿي هجي، ڪير مرڻ چاهيندو؟ تنهنجي خيال ۾ آءٌ پنهنجي وطن کي آزاد ڏسي نه سگهندس؟ نه ائين بلڪل ڪو نه ٿيندو. پر جڏهن اسان پنهنجي وطن لاءِ آزادي حاصل ڪري سوڀارا ٿي موٽون ته پوءِ مون کي ڪو به ڏک نه ٿيندو ته، ڪا بندوق مان نڪرندڙ گولي، منهنجو خاتمو آڻي. امن ۽ آزاديءَ ۾ مرڻ جو مون کي ڪو به افسوس نه ٿيندو.“

جنگ ختم ٿيڻ جو ڪو به امڪان نظر نٿي آيو. بهار جلدئي گذري ويئي. ڪڪڪ جي ٻوٽن جا ڪک ڳرا ٿي پيا هئا. هي جنگ جو چوٿون اونهارو هو. رستن جي مٿي، سپاهين جي چهرن، بندوقن، ٽئنڪن، فوجي گاڏين، لاشن ۽ ٻيلي جي وڻن ۽ گاهن تي ڄمي تهه ٿي ويئي هئي. ڌرتي

ڏماڪن سبب آبشارن جيان ڦاٽي پيئي هئي. هر شيءِ بارش جي تيز وهڪري وانگر وهي پيئي هئي. ڌرتي درد وچان ڪنجهي ۽ ڪرڪي رهي هئي. ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ويڙهه سبب ڌرتيءَ تي نين قبرن جو واڌارو ٿيو هو. گرمي سهپ جڳي نه هئي. مٿان بارش به واچٽ وجائي ڇڏيا هئا ۽ پوءِ سرءُ جي موسم آئي. پن ڇڻڻ لڳا ۽ جنگ ۾ به تيزي اچي ويئي.

هڪ ڏينهن ميخائل پهاڙ جي چوٽيءَ تان دشمن جي نڪاٽي جو نشانو چٽي رهيو هو. اهي سڀ ڪوششون، نازين جي نئين حملي جي جواب ۾ ڪيون پئي ويون. نازي سندس مورچي ڏانهن وڌي رهيا هئا. ميخائل جيتوڻيڪ سوچيو ته اهو سودو ڪيس مهانگو پوندو ته به، هن فائرنگ جو حڪم ڏنو.

”تون خوش قسمت آهين، جو توکي ڪو نقصان نه رسيو“ انهيءَ ڏينهن سڄي دنيا جي اخبارن ۾ هيءَ خبر عام هئي. انقلابي فوج سرحد لڳ پهچي ويئي.

”تون موت کي هڪ دفعو وري نڳڻ ۾ ڪامياب ٿي وئين.“ سندس ساٿيءَ اهو چوندي مرڪي ڏنو. ٻئي هڪٻئي جي پرسان هڪ آلي گپ واري کڏ ۾ ليٽيا پيا هئا. مٿان هلڪي ڦڙڦڙ پئجي رهي هئي. ميخائل پنهنجو هٿ پنهنجي پرسان ليٽيل ساٿيءَ ڏانهن وڌايو ۽ وڏي واڪي رڙ ڪئي: ”منهنجا دوست! آءُ آخري سوڀ تائين جيئڻ جي اميد رکان ٿو ۽ ان کان اڳ موت مون کي ماري نٿو سگهي.“

هڪ ٻي سرءُ گذري وئي. هڪ ٻيو سيارو لنگهي ويو ۽ هاڻي وري بهار آئي هئي. ميخائل جي ريجمنٽ دشمن جي ڳوٺن ۽ شهرن مان لنگهي رهي هئي. اوپري ڌرتيءَ جي مٽي، هنن جي بوٽن سان چهٽي پيئي هئي. اوپري آسمان هنن جي مٿان هو. گلاب جا گل کلي ۽ مرڪي رهيا هئا، پر بندوقون رڙي رهيون هيون. دنيا جون نظرون جنگ ۾ ڪتل هيون. ميخائل جنگ جي ميدان ۾، مسلسل وڙهي رهيو هو. سندس جسم جي هر زخم ۾ باهه ٻري رهي هئي.

هڪ دفعو وري موت هن جي چٺوڦير پنهنجو ڄار ڦهلايو. سرجن سندس آپريشن ڪئي. هڪ دفعو وري هن لاءِ دنيا جي هر شيءِ، ويسر جي ساگر ۾ ٻڏڻ لڳي. دنيا سوڀ جو ڏينهن ملهائڻ جي تيارين ۾ هئي، ۽ هيڏانهن

ميخائل موت سان آمهون سامهون هو. مئي جو سج اسپتال جي درين پٽيان ٻڏي رهيو هو.

”ڇا تون منهنجو پلنگ دريءَ جي ويجهو گسڪائي آڻيندين؟“ ميخائل چيو.

هن جو بسترو دريءَ پرسان آندو ويو. زخمي ميخائل دريءَ جي ٻاهران، کليل ميدانن ڏانهن نهارڻ لڳو. انهيءَ شام ميخائل آزاديءَ جي خوشيءَ ۾ ڇٽندڙ گولين جا ٺڪاءَ ٻڌا ۽ سوڀ جي خوشيءَ ۾ ٻرندڙ ڏياٽيون ڏٺيون، جيڪي نئين آسمان کي روشن ڪري رهيون هيون.

اباڻي ڌرتي ۽ ان جا ساوا جبل، ۽ سدا وهندڙ درياهہ هن کان ڪوهين ڏور هئا. سندس ٻالڪپڻي مٿس مرڪي ڏنو ۽ هن تي پنهنجي اباڻي ڌرتيءَ جي ڪک مان جنم وٺندڙ ڪهاڻيون، جادوئي اثر ڪرڻ لڳيون. هن جي ڌرتي، جتان هن جنگ جي شروعات ڪئي هئي، ڪائنس ڪيترو نہ پري هئي. هن کي ياد آيا پنهنجي ڪمانڊر جا لفظ: ”تون هڪ ڏينهن ضرور سوڀ اکيئين ڏسندين.“

.........”تون موت کي هڪ دفعو وري شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي وئين. تون جلد ئي صحتمند ٿي اٿندين. مون کي ان ۾ يقين آهي، ڇاڪاڻ جو جڏهن جيجل ماءُ آزاد هجي تہ تون قطعي مرڻ پسند نہ ڪندين. ڪيئن نہ؟“

ميخائل مرڪي ڏنو. ”تون سچ ٿو چوين ڪمانڊر، موت ڪا سٺي شيءِ بہ نہ آهي، جو پسند ڪجي. اسان کي اڃان تہ پنهنجي گهر موٽڻو آهي. اسان کي زندگيءَ ۾ اڃان گهڻو ڪجهہ ڏسڻو پيو آهي ۽ اڃان تہ جيجل ڌرتيءَ ڪاڻ گهڻو ڪجهہ ڪرڻو آهي ۽ ها انهيءَ لاءِ، آءُ زنده رهڻ چاهيان ٿو.“

”تون هڪڙو ئي ناهين منهنجا دوست! زنده رهڻ لاءِ تہ، اسين سڀ وڙهون پيا.“

هاڻي مئي 1945ع جو وقت اچي ويو هو

* * *



**پلوڙ** شاعر، ملوڪ مترجم، بهترين اُستاد ۽ ماڻهپي وارو ماڻهو. انهن چئن ٿنڀن جي جوڙجڪ سان هڪ شخصيت جڙي ٿي "پَوَن سنڌي" هو هن پُونءَ جي انهن ياڳين ۽ ياڳوارن مان ليکجي ٿو جيڪي ڏات ڏٺيءَ جي نالي سان ڏيهه ۾ سڃڻن ٿا. هڪ سچي ۽ حساس قلمڪار جي حيثيت ۾ هن جو سنئون سنواڻو ۽ سڌو لاڳاپو ڌرتي ۽ ڌرتي وارن جي دل سان آهي..... پرڏيهي ادب کي نه رڳو پنهنجي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرڻ پر پنهنجو ٻٽائي سنڌي ثقافت جا ويس وڳا پارائي پيش ڪرڻ هڪ اوکو عمل چئبو. هن سڄاڻ ليکڪ ان سلسلي ۾ پاڻ مڃايو آهي. وٽس پرڏيهي ادب ۽ ٻولين جو گهرو اڀياس ٻه آهي ته مختلف سماجي حالتن ۽ مسئلن متعلق سندس پوري ڄاڻ جي ٻه پروڙ پوي ٿي. هن "گوري گهاگهر ۽ گوندر" ۾ بين الاقوامي پاونائن ذريعي ڌرتيءَ جي دنگن کي ٽوڙي ۽ جوڙي مڙني ماڻهن جي مامرن، مونجهارن، محبتن، مقصدن، خوشين ۽ پيڙائن کي پنهنجو سمجهي وچ وارين وڏل وٿين ۽ وڇوٽين کي وساري ۽ هڪ ڪري لکيو آهي.

**مريم مجيدي**

**پَوَن** سنڌيءَ جي شاعري ڌرتي، مسڪين ماڻهو، سچائي، وفا، بين القوامي مظلوم، مظلوم برادريءَ جي چئوطرف ڦري ٿي. شاعريءَ جي لڳ ڀڳ سمورين صنفن اندر شاعري ڪئي اٿس... ۽ ان ڪانسواءِ تاثر، ڪهاڻيون ۽ مضمون پڻ لکيا اٿس. دنيا جي ظاهري ڏيک ۽ فيشن نما ڏيک ڪان سواءِ هو علم ڪيميا جو بهترين اُستاد، وفا سان پر،دوست ۽ يگاني قسم جو ماڻهو پڻ آهي... هي اُهو شاعر رهيو جنهن شاعر هئڻ جي دعوا نه ڪئي. ادب جي محفلن جي صدارت نه ڪئي. پاڻ تي مضمون نه لکيا. جلسن کي خطاب نه ڪيو، اليڪٽرانڪ ميڊيا معرفت متعارف نه ڪرايو. جيڪو لکرايا اُهو ساميءَ جي مٽ وانگر لکي گهر جي ڪنڌي ۾ اُجلي ڇڏيو. دوستن تنگ ڪيو ته ڪنهن اخبار ۾ ڇپائي ڇڏيو......

**منير پرڳڙي**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

# The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصِي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پڙهندڙ نسل جي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليڪگَن، چپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نه آ، هي بيتُ بہ بَمَر جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نه وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)